| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ريشم جهڙا خواب |
| موضوع: | شاعري |
| شاعر: | وشال امير |
| ڇاپو: | پهريون |
| تعداد: | 500 ڪاپيون |
| سال: | جنوري 2009ع |
| لي آئوٽ: | سعدالله پتو |
| ڇپائيندڙ: | راول پبليڪيشن خيرپورميرس |
| مُلهه: | 100.00 روپيا |

Resham Jehara Khuwab (Poetry) Written BY: Wishal Ameer
Published By: Rawal Publication Khairpur Mirs
First Edition: January2009
Price: 100/-
Address: Gani Public Model School Kolab Jial


رابو ڏيڻ لاءِ موبائل نمبر:03003183018

# ارپنا

سيني حاصل ،لاحاصل محبتن،

سنڌڙيءَ جي سونهن

ٿڌڙين هوائن،

سمنڊ جي ڇولين،

سفيد بادلن،

ڪلاسيڪل موسيقي،

پريم گيت،

چنڊ جي چانڊوڪي،

گلاب ڪلين ،

خوشبوءِ

شبنم،

سچ ڪرڻن،

۽

پويٽ رنگن جي نالي.

وشال امير

03003183018

# اداري پاران

راول پبليڪيشن جي اها ئي ڪوشش آهي تہ سنڌ جي سرموڙ ليکڪن جا ڪتاب پڙهندڙن جي خدمت ۾ گفت ڪري . ان حوالي سان هن کان اڳ ۾ اسان سنڌ جي سرموڙ ۽ ناماري شاعره سائڻ شبنم چانديو جو ڪتاب چپرائڻ جو اعزاز حاصل ڪيو آهي ۽ اڳتي بہ اميد آهي تہ سنڌ جي نهايت ئي سگهارن شاعرن ۽ ڪهاڻيڪارن جي پورهئي کي ڪتابي صورت ۾ توهان پڙهندڙن آڏو آڻڻ جو اعزاز ماڻيندي راول پبليڪيشن جو اشاعتي سفر جاري رکبو.

نوجوان شاعر وشال امير جو شمار پڻ سنڌ جي سُريلن سرجڻهارن ۾ ٿئي ٿو ۽ هن کان اڳ سندس هڪ ڪتاب ڇپجي ختم ٿي چڪو آهي، جيڪا ڳالهہ اها گواهي ڏئي ٿي تہ هن محبتن جي شاعر سان پڙهندڙن جو لڳاءُ آهي.انلاءِ راول پبليڪيشن خيرپور پاران نوجوان شاعر وشال امير جو شعري مجموعو ريشم جهڙا خواب ڇپائيندي اسانکي نهايت گهڻي خوشي محسوس ٿي رهي آهي ۽ اسانکي اميد آهي تہ جهڙي ريت وشال امير جي پهرئين غزل ڪتاب کي پڙهندڙن وٽان موٽ ملي آهي ان کان وڌيڪ سٺي موٽ هن پيري سندس هن شعري مجموعي کي بہ ضرور ملندي .

پبلشر

(مهاڳ)

## پيار ۽ خوبصورتيءَ جو شاعر

ازل کان ئي انساني جيون ۾ ادب جو پاڙ ۾ گهرو لاڳاپو رهيو آهي. ائين ڪٿي چئجي تہ فطرتي طور اِنسانُ پنهنجن خيالن، تصورن، جذبن، خوشيءَ توڙي ڏک جي لمحن کي اِظهارڻ جوعادي رهيو آهي. اُنهن احساسن کي، جنهن سان ذهني طور هلڪائپ جو احساس ٿيندو هُجي،سُهڻن لفظن، استعارن، تشبيهن ۽ محاورن ذريعي بيان ڪرڻ کي ادب جو نالو ڏنو ويو آهي.

جيتوڻيڪ ڌرتيءَ تي وسندڙ انسانن مان گهڻن جي ٻولي، ثقافت توڙي رهڻي ڪهڻي غرض ملڪن جون سرحدون ئي الڳ الڳ آهن، پر انساني اندر جي احساسن جي ٻولي هميشہ ساڳئي رهي آهي...پيڙائن، ڀوڳنائن جو سفر هُجي يا مجازي محبوب جو جلوو پسڻ واري سرشاري اِهي سڀ احساس ڀلا ڪٿي مختلف هوندا آهن؟. ديومالائي قصا هُجن يا يوناني ڏندڪٿائون، عربي ادب هُجي يا يورپي توڙي ايشيائي ادب جنهن ۾ اسان جو سنڌي ادب ڏيئي جي لاٽ جيان موجود آهي. احساس هميشہ

ساڳيا ئي نظرجن ٿا.

ادب جا ڇاڙهو ادب کي ٻن مکيه حصن ۾ ورهائن ٿا. جن مان هڪ حصو نثر آهي جنهن ۾ تاريخ، ناول، ڊرامون، ڪهاڻيون. قصا وغيره شامل آهن ۽ ٻيو حصو وري شاعري آهي جنهن جون ڪيئي صنفون مختلف ٻولين ۾ ملن ٿيون. سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان ڏٺو وڃي تہ سنڌي ادب هميشہ کان مالا مال رهيو آهي. پوءِ اهو دور ورهاڱي کان اڳ جو هُجي يا وري 1947ع کان پوءِ جو. سنڌ جي شاعرن پنهنجي سڄڻ ۽ ساڃهہ کي خُوب ساراهيو آهي. اهڙن شاعرن مان "وشال امير " بہ هڪ آهي جنهنجو ٻيو شعري مجموعو " ريشم جهڙا خواب " پڙهندي محسوس ٿئي ٿو تہ مستقبل جي رومانوي شاعرن واري فهرست ۾ سندس نالو لڪيل نہ رهندو.

"ريشم جهڙا خواب "ڪتاب جو نالو پڙهندي ئي محسوس ٿئي ٿو تہ اِها خالص رومانوي شاعري رچيل هُوندي جنهن ۾ محبوب جي زلفن. ادائن ۽ يادگيرين جا عڪس چٽيل هوندا، پر رڳو ائين بہ ناهي، هتي تہ سماج جي بي حسي، ڪوڙين ريتن، ذاتي مفادن لاءِ اپنايل منافقين، عزت جي ڪوڙي چادر اوڙهي پٿر بڻيل احساسن جو آئينو بہ چٽيل نظر اچي ٿو. جيئن وشال سماج جي بيحسي بيان ڪندي چوي ٿو:

پٿر دلين وارا ماڻهو
ڇڻ پٿر جا ديوتا آهن
سي ڪيئن صدا مُنهنجي ٻُڌندا!
جن کي جيئري ماڻهوءَ جو
رت قربانيءَ ۾ گهُرجي ٿو!

جيتوڻيڪ وشال امير ڌرتيءَ تي وسندڙ آدمين جي دکدائڪ روين جو ذڪ ۽ ڪاوڙ ڀريو اظهار پنهنجي نظمن "حرامي ٻار"، "ناچڻي " وغيره ۾ ڪري ٿو، پر هُن ڌرتيءَ جي سونهن مثال طور: سرنهن جي گُلن، اُتر واءُ، چنڊ تارن، پوپٽن، اندلٺ رنگن، سمنڊ ڇولين، سُرمئي شام وغيره کي بہ ناهي وساريو ۽ هُو ڌرتيءَ ڏٺين کي ڪاميابيءَ جي منزلن تي ڏسڻ چاهي ٿو ۽ اِن ڪاميابيءَ لاءِ هُو آزاديءَ جي جذبي جو سهارو وٺي ٿو:

هُو تہ ڏِسُ! سِجُ نئون اُڀري ٿو
اُٽ تہ هلون تيزتيز تيزتيز
آزاديءَ جي منزلن ڏي ڪاهيندا

آزادي ديس جي خاطر وڃڻ

آزادي محبتن سنڌي ماڻڻ

۽ اڳيان ايندڙ سٽن ۾ شاعر جو حوصلو اڃا وڌندو پيو وڃي . تڏهن ته چوي ٿو:

ميدان جنگ ۾ جي اگر مان پيم مري

لاش منهنجي لاءِ توکي وڙهڻو آ.

سچ به اهڙن سُورمن جي ديس جي ڌرتيءَ کي هميشه گهُرج رهي آهي، تڏهن ئي وشال آزاديءَ جي راهه ۾ وڙهندي مرڻ کي جيئڙي رهڻ مثل ڄاڻي ٿو:

پاڻ ٻئي آزادي وٺڻ تا هلئون

آزادي جا ماري جِيارِيندي آهي

آزاديءَ جي راهه تي هلڻ دوران هي شاعر سچ توڙي سچڻ کي ساڻ ساڻ کڻي هلڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، تڏهن ته چوي ٿو:

آزاديءَ جي ڏِنگن ڦڏن پيچرن تي

آزادي ماڻڻ تائين هلندا رهئون

سچ جو هي ديوتا ڏِس

پاڻ سان گڏ تو هلي

جيڪو تو ۽ مون جيان ئي

آزاديءَ جو عاشق آ

جيئن مونکي تون ٿي چاهين

۽ توکي مان ٿو چاهيان

هُوبهو ئي تيئن هي

سچ ٿو آزاديءَ کي چاهي.

وشال امير پنهنجي شاعريءَ ۾ ديس جي محبت سان گڏ غم جانان کي به ساڻ ساڻ کڻي هلندي ڏسجي ٿو، جنهن ۾ هُو ماضيءَ جي رقابتن ، قربتن ۽ سنگمن کي سارِيندي ڏک ۽ خوشيءَ جي پُرڪيف مرحلن مان ته گذري ٿو، پر محبت جي مُقدس جذبي کي خواهشن جي ڄار ۾ نٿو وڪوڙڻ گهُري، تڏهن چوي ٿو:

جان مان شاهجهان بادشاهه جيان

ڏاڍ ۽ ظلمتن جو زور ڏئي

ڪنهن بہ مزدور جي پگهر، رت سان
ڪنهن بہ محلات جي ها پيڙهہ رکي
غريب ڪنهنجي محبت ڪي مٺي
مان لڄائڻ نٿو هرگز چاهيان

جيتوڻيڪ وشال محبتن جو تاج محل اڏڻ لاءِ ظلمتن کي ٺڪرائي ٿو پرمحبوب جي گهرکي ڪنهن مندر سمان سمجهندي چوي ٿو:

مندر تُنهنجو گهر مٺي
ديوي تو چيُم
عبادت پوري ٿيم

وشال ڪائنات ۾ پاڻ کي مُسلسِل اڪيلو سمجهندڙ "وشال امير" تنهائيءَ جي عذاب کي ڀوڳيندي ڀوڳيندي چڻ تہ بيزار ٿي چُڪو آهي:

جيون رات سفر
مونسان ڪوتہ هلي
تنهائي ڏائڻ آهي

تنهائيءَ کي ڏائڻ سان تشبيهہ ڏيڻ سچ بہ هڪ انوکي تشبيهہ آهيءَ اهڙيون ٻيون بہ نيون ۽ انوکيون تشبيهون شاعر اڪثر استعمال ڪيون آهن جيڪي سنڌي ادب ۾ نواڻ آهي جيئن: خواهشن جو گارو، اميدن جون سِرون، عقيدن جي مِٽي وغيره جهڙيون تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪري وشال پاڻ کي جدت پسند نمائنده شاعر ثابت ڪيو آهي. جيئن هُو سنڌ جي سُورن کي هِن ريت بيان ڪري ٿو:

ڪراچيءَ جي ماڳ ۾
ڪوئي جو ڪُتو
پٽائي روئي پيو

واين ڪان هتي وري هي هائيڪو بہ ڏِسو:

او! هوشو جرنيل!
ڪيڏو توکي ساريو آ
تُنهنجي ڌرتيءَ هيل!

هائيڪو جيان بيتن ۾ بہ وشال خوبصورت خيال پيش ڪري ٿو. جيئن

دهشتگردي ۽ قبائلي فسادن کان نفرت ڪندڙ هي اَمن جو شاعر چوي ٿو:

قلم کڻي دوستو! امن لاءِ سوچيو

ذهنن ۾ پوکيو، پوکون رکو پيار جون

۽ هڪ خوبصورت شعر جو انداز هي بہ آهي:

ڏاڙهون گل ڦلارئا، مينديءَ کئي مهڪار

پورين تُنهنجي سار، وِجهي وڌ وُجود ۾.

"ريشم جهڙا خواب " ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿيندو تہ شاعر زندگيءَ جي اُنهيءَ دور مان گذري رهيو آهي جتي روحاني اڪيلائپ، دلي ويڳاڻپ، سياسي لاوارثيت ۽ وجودي غلاميت جي صليب تي لٽڪائي زندگي ڪانئس جيئڻ جو سُودُ وصول ڪندي هُجي..... ۽ وشال چٽڪ احساسن جا صليب ڊوئي ڊوئي، جيئڻ جو سُودُ ڏئي ڏئي، موت کي ويجهڙائيءَ کان پرکڻ جو هيراڪ بڻجي ويو آهي ۽ اهڙيون ڪيفيتون رکندڙ آس ۽ نراس جي سرحد تي بيٺل وشال لاءِ پوءِ بہ هيءَ راءِ جُڙي ٿي:

Vishal Ameer seems us in his poetry book "resham jahra khu-wab" complete romantic poet; a poet of love and beauty.

مارئي ابڙو

17 ڊسمبر 2008ع

(تاثر)

# هڪ ڪالم نگار.... هڪ شاعر....!!

اسان نندڙا ۽ ڪچا ذهن رکندڙ ماڻهو....جيڪي دراصل...پنهنجي ئي دردن جو درمانَ ڳولهڻ لاءِ نڪتل هُوندا آهيون.... سيَ نہ چاڻ ڪِئي.... ۽ ڪڏهن ....لفظن جي آڌار....هڪبئي سان... ڪيئن ۽ ڇو....؟ ۽ ڪهڙي طرح ملي ٿا وڃون...؟ ۽ پوءِ لکڻ جي حوالي سان ڪنهن ناتي، رشتي منجھ ٻڌجي ٿا وڃون.....؟خبر ئي ڪانہ ٿي پوي..... پر اسان جو "فقيرن" وارو لڏو اڪثر ڪري هڪبئي سان ڪجھ لکڻ جي حوالي سانtouch منجھ رهي ٿو ..... ۽ اسان شايد ...... هڪ ٻئي جي لاءِ.... سُٺا دوست ۽ همدرد بہ ثابت ٿي سگهون ٿا..... ۽ شايد ثابت ٿيا بہ آهيون...!! مونکي حيراني اُن مهل ٿي جڏهن .... مونکي ڪنهن پنهنجو دوستَ سمجهي حُجت منجهان اِهو چيو تہ.... "اوهان منهنجي لکڻين متعلق ڪجھ لکو......" تہ مون ڪافي ڏينهن... ۽ لمحا اِن پريشانيءَ ۾ گهاريا تہ ..... ڪنهن صاحب ڪتاب تي ....محض ڪجھ لکڻين لکڻ وارو، ڇا لِکي سگهندو....؟ اُن فرمائش پُوري ڪرڻ ڪانپوءِ ... اُنهيءَ دوست جي آڌار ۽ مهربانيءَ سان..... مان هڪ ٻئي ليکڪ جي لکڻين تي....... لِکڻ جي جسارت پڻ ڪري رهي آهيان........!!

"وشال " نالي ٻُڌڻ ۽ پڙهڻ سان...... سموري ڪائنات جو حُسنَ ۽ جمال.... زمين .... آسمان ... آڪاش ... سمنڊ .... ۽ سمورا اِنڊلٺي رنگن سندا رنگ ..... هِن وشال من ۽ اکين تي ڪنهن خوبصورت منظر جيان لهي اچن ٿا ..... ۽ هِن " وشال" جو ڪمال وري اِهو بہ آ تہ هيءُ "امير" پڻ آهي ..... ورنہ اسان جي شاعرن واري لڏي ۾...... اڪثر ڪري ...... " بيوس، غريب، لاچار ۽ اُداس" پڻ هُوندا آهن..... ڪنهن سپاجهڙي ۽ سادي دوست هٿان جڏهن وشال امير جو پهريون غزلي مجموعو "نشانا ڇپن جا" مليو تہ سوچيو بہ ڪونہ هو تہ وشال لاءِ مان بہ ڪجھہ لکندس......!!

دراصل مان پهرين "وشال " کي سندس ڪالم لکڻ واري حيثيت سان سڃاڻڻ جي دعويٰ ڪري سگهان ٿي ۽ اِها ہي ڳالھ آهي تہ هُو شاعري ڪندڙ بہ نڪتو آهي، ورنہ مان سندس ڪالم نويس واري حيثيت ڪان ئي واقف هُجان ها ..... سندس لکڻين کي پڙهي، اِهو اندازو ڪري سگهان ٿي تہ ....... اوهان کي ڪڏهن ڪڏهن ڪو بنھ نئون يا ڪو

نوجوان ليکڪ ڪا اهڙي سَهڻي شئي ڏيئي وجهي ٿو جهڙي ڪڏهن ڪڏهن ڪو وڏو ۽ سينئر ليکڪ بہ ناهي ڏيئي سگهندو. "وشال " جا خيال، ويچار ۽ سوچن جا سوين سچا جذبا سندس ڪي سندس عُمرڪان وڌيڪ وڏو ۽ مانائتو ڪري پيش ڪن ٿا.... هُوئٽن بہ جي اگر سندس تصوير ڏِنل نہ هُجي تہ.......... مان سندس ڪي موئن جي دڙي جيترو تہ ڪٿي نہ ئي سهي پر .........ڪُجهہ ڪُجهہ جُهور ضرور سمجهان ٿي......۽ هِتي مونکي سندس پهرئين ڪتاب مان سندس هي خيالُ نهايت پرفيڪٽ ۽ سيبتو لڳي ٿو:

ٿي ويم پوڙهو ،سنهنجي اندر وينل تہ بہ هِڪُ بارُ

جيڪو چاهي توکي پارايان مان پانهُن جو هارُ.

زندگيءَ منجهہ ڪيئي واقعا ۽ حادثا اوهان کي رُوحاني طور بلڪُل بيوس ۽ لاچار ڪري ٿا ڇڏين.........ڪڏهن ڪڏهن اهڙا ئي حادثا ماڻهوءَ کي يا تہ ڊاهي ٿا ڇڏين.....يا ئاهي ٿا ڇڏين.....يا وري بنهہ ماري ٿا ڇڏين......!! "خودڪشي " منهنجي نظر منجهہ اِنتهائي بُزدلاڻو عمل آهي....... ۽ هِتي ڪنهن ڪنهن شعر منجهہ مونکي "وشال " جي اندر جو شاعر سندس کي اِن بُزدلاڻي عمل ڏانهن گهڻو مائل ڪري، ڪجهہ قائل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل پڻ نظر آيو آهي......۽ هِتي ئي مون ڪافي نوجوانن خاص ڪري شاعرن کي مايوس ٿيندي گهڻو ڏِٺو اٿم...... ۽ هِن نوجوان کي خاص تنبيهہ ٿي ڪرڻ چاهيان تہ...... " مايوسيءَ جي کُن مان لفظن کي ٻاهر ڪيڻ جي ڪوشش ڪريو ...." چوتہ "رب پاڪ " ذات جي جيڪا ڪجي ڦِڪي سگهہ ادا ڪئي آهي، اُن سان اسان بئي ڪنهن جي ويڙهہ وِڙهون نہ وِڙهون......پر ذاتي ويڙهہ نهايت ئي سُهڻي انداز سان وِڙهي سگهون ٿا..... مان هُجان يا ڪو

بيو..... پر اسان حقيقتن دل جي نظر سان اِهو شاندار ۽ دلفريب منظر ڏِسڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪيون. جيڪو دراصل اسان جي اکين آڏو بلڪُل سامهُون آهي....... ڪاش اِئين ڪيون تہ ڪوڙ ساريون اکيون ۽ دِليون هِن مايوسيءَ جي چار مان آسانيءَ سان نڪري سگهن ٿيون..... هُوئٽن بہ دُنيا ڀڳت ڪبير جي هِن شعر مثل آهي تہ:

يہ تو گهر هي پريم ڪا.خالہ ڪا گهر نانهہِ

سيس اُتاري ڀوئين دهري، تب پيٺي بيٺي گهر مانهہِ

"هي محبت جو گهر آهي، ڪنهن ماسيءَ جو گهر ناهي، جيڪو هِن ۾ داخل ٿيڻ چاهي، پهريون سِر جو سانگو لاهي پوءِ ڀلي اچي- "

"وشال "پنهنجي دُنيا ۾ لفظن سان جيڪا جنگ جوٽي آهي، تنهن لاءِ سندس کي ٽڪجڻو بہ ناهي ۽ نہ ئي هارائڻو آهي، اُن کي ۽ اُن جهڙن ٻين دوستن کي قُدرت ڀلارن عطا ڪيل جيڪا بہ ذات آهي........ سو .....سچائيءَ سان هِن ڌرتيءَ لاءِ قرض سمجهي ۽ فرض پڻ چُڪائڻو آهي..... ۽ "وشال " منجهان تہ اڃا بہ اُميد سندس نالي جيئڻ وسيع ۽ گهڻي آهي....... انلاءِ سندس کي وڌيڪ جاڪوڙڻو آهي....... اهو درد جيڪو هُن عينڪ جي شيشن منجهان وڌيڪ چِٽو پسيو ۽ ڏٺو آهي، اُن کي لفظن منجهہ ائين گڏائي پيش ڪري جيئڻ....... مڏُکي پاڻيءَ ۾ ملائي اُن جي اثرکي وڌيڪ وڌائڻ جي ڪوشش ڪبي آهي...... تيئن "وشال " کي اڃا بہ..... اڃا بہ...... گهڻو.... اوکو پنڌ..... ڪندمٺي ڪٽي طئہ ڪرڻو آهي....... ۽ مان سندس کي ...... ۽ سندس جهڙن ٻين ليکڪن کي نِراس ۽ مايوس هرگزنٽي ڏِسڻ چاهيان.......۽ سندس کي هِن شعر جيئان تہ ڏِسڻ مان هرگز نہ چاهيندس تہ:

پنج فوٽ ڇهہ انچ ، قبر کوٽن ٿا،

سپنا مري ويا، اکين سان گڏ اوڄتو

۽ سپنا... زندگيءَ کي محرومين ۾ اُڇلائين ضرور ٿا.... پر ڪي سپنا... زندگيءَ جو حاصلُ هُوندا آهن ... ۽ حاصلُ... لاحاصل پنيان ڊُڪندو ڊوڙندو رهندو آهي ۽ جيئاريندو بہ رهندو آهي... بس... جيئڻ جو وِلولو ... ۽ جُستجو هُئڻ گهرجي... پوءِ ڀل سپنن پويان ئي ڪٽي جيئجي... ڇو جو سپنا ساڀيان ماڻيندا آهن....موت......محبت.....رنگ... خوشبوءِ زندگيءَ جون سڀئي علامتُون..... وشال وٽ آهن:

زندگي آ توبنا، رُڄ جو ڇڻ احساس ،

وري تنهنجو واسُ گيت گلابي مند جو

يا وري هي خيال ڪٿي ڏِسجي:

سال نئين ۽ ملينيم ۾ ،هجون سڀ آزاد

پنهنجو پيار ۽ پنهنجي ڌرتي، عالم سڀ آباد

اهڙي آرزوءَ جو...... جوان بلڪ نوجوان هُجڻ ضروري آهي........ها تنهنڪري تہ پوءِ...... ان جي تڪميل تائين پهچڻ جي ......... دُعا ...... ضرور ڪنديس.

فوزيہ بانو

22 ڊسمبر 2008 ع

# مان ڪجهه به ناهيان!

مان ڪو سنڌ جو ڏاهو شاعر ناهيان... جو دعويٰ ڪيان ته مون شاعريءَ جو بار ڪُلهن تي کڻي سنڌي ٻوليءَ تي ڪو احسان ڪيو آهي. بلڪ مان پاڻ احسانمند آهيان هِن ٻوليءَ جو جنهن مونکي اظهار جي سگهه بخشي آهي، ۽ انهن پڙهندڙن جو پڻ مون تي احسان آهي جن جي محبت هيءَ هڪ نئين وِک کڻڻ لاءِ اتساهيو آهي. مان پنهنجي لاءِ ڇا لکان ؟ بس اِهو ئي ته مان نه هندو آهيان..... ۽ نه عيسائي ، ۽ مان مُسلمان ته آهيان پرانتهاپسند ناهيان. ان لاَءِ مون کي پنهنجو نالو وشال امير گهڻو پسند آهي. ۽ ها! منهنجي هِن نالي سان منهنجي خاندان وارن کي اختلاف به گهڻو آهي ۽ هُو اڪثر مونسان نالي تبديل ڪرڻ لاءِ ضدُ ڪندا آهن پر مونکي الائي ڇو مڪمل طور وڏن کان مليل سڃاڻ وارو ليبل لڳائي گهمڻ پسند ناهي، انلاءِ مون ڀهرئين بغاوت ڪندي پنهنجي سُڃاڻ امير باغي طور ڪرائڻ چاهي هُئي ، پر اڳتي هلي مونکي وشال نانءُ ڏاڍو پسند آيو هو ۽ مان ٻڌجي ويو هُئس وشال امير، پوءِ وشال امير طور مون پنهنجي دوستن جو هڪ حلقو ناهيو هو، پنهنجي سُڃاڻ ناهي هُئي ، پر اڄ اهوئي وشال امير هوندي به الائي ڇو مان پانيان ٿو ته مان ڪُجهه به ناهيان، بس ڄڻ مان هڪ وڪري ويل وجود بنجي ويو آهيان.

مان ڇو وکري ويو آهيان ، مون شاعري جي ڪاڪ ڪنڌيءَ تي سفر ڪندي ڇا وڃايو ۽ ڇا حاصل ڪيو آهي ؟ مون ڪڏهن ويهي اهڙو جوڙ ، ڪٽ وارو ڪاٿو لڳايو ئي ناهي. مان محبتن جي راهه جو راهي آهيان ان راهه تي هلندي ڪڏهن ڪڏهن ذات جي ديوي مون تي وڙ ڪري ويندي آهي ته جيءُ هلڪو ٿي پوندو اٿم. نه ته مونکي ڪو شاعر سڏرائڻ جو اجايو شوق هرگز ڪونهي، اهڙو اظهار ڀهريون به ڪري ڇڪو آهيان. جنهنڪري مون خيالن کي هن پيري به لفظن جي تور تڪ واري قيد کان آزاد رکيو آهي. البته منهنجي هِن مجموعي ۾ توهان اهو ضرور محسوس ڪندئو ته مان مهان ڪوي شيخ اياز ۽ سائين ايازگل توڙي ادل سومري کان انسپائرآهيان ته پوءِ يقينن اهو مونلاءِ هڪ اعزاز ئي هُوندو. ڇو جو مون انهن شاعرن جي شاعري پڙهندي گهڻو ڪُجهه پِرايو آهي.

وشال امير

اردو ادب جي ڪجهه نقادن جو هي خيال آهي تہ" فن شعوري هوندو آهي پر نئين شاعري جڻ ڪو خواب هجي ٿي". مان سوچيان ٿي شاعر ماڻهو ڪيترو بہ چاهي تہ هُو پنهنجي طبيعت تي حاوي احساسپڻي مان نڪري، لاپرواهيءَ واري زندگيءَ کي بصر ڪندي، اَن عام ماڻهوءَ جهڙو ٿي پوي، جيڪو پنهنجي زندگيءَ جي هر موڙ تي احساسيات کان مُنهن موڙي اک ٽيڏ ڪندو رهي ٿو ۽ پاڻ کي شرافت جي اطلس ۾ ڍڪي ڪنهن بہ وارتا ۾ ملوث هجڻ کان آجو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر "وشال امير" اُنهن شريفن مان هرگز ناهي، جن جي دل ۾ رحم نہ هُجي، اهڙي چاڻ وشال پاران لکيل نظم "حرامي ٻار" مان پوي ٿي، جنهن کي پڙهندي مُنهنجي دل ۾ بہ بي ساختہ اُدمُ مچي ويو هو ۽ احساس جي شدت ايتري تہ من تي چڙهي ويئي هُئي جو دل چاهيو پئي تہ سڌ پائي اَن ٻار کي ڳلي لائي، سمورن رشتن جو پيار ارپيندي هُنکي لڪائي ڇڏيان پنهنجي ٻانهن ۾. سچ تہ وشال اِها نظم لکي ثابت ڪيو آهي تہ هُن ڏيهہ کي ڏيکارڻ واري شرافت کي ٺُڪرائي، دل ۾ رحم کي ترجيح ڏني آهي، جنهن مان وشال جي ڳڻن جو پتو پوي ٿو. هونئن بہ مان سمجهندي آهيان تہ انسان جي شخصي ڳڻن جو پتو بہ اُن جي احساسن مان لڳائي سگهجي ٿو.

وشال کان لکيل نظم " محبوبا ڏانهن" پڙهندي بہ محسوس ٿيو تہ هي شخص واقعي ئي وشال جذبن جو حامل ، فراخ ۽ اوُنهي دل رکندڙ سچاين جي بلند مينار تي بيٺل هڪ وفادار ۽ سچو عاشق آهي. هُو اهڙي محبت جو وارث آهي جنهن ۾ ٻين کي نفعو ۽ پاڻ کي نياءَ واري معيار ۾ رکي ٿو،جنهن ڳالهہ جو پتو سندس نظم "خودڪشي" مان لڳي ٿو.

دعا آهي تہ شل "وشال امير" هميشہ ٿڌي چانڊ جهڙا احساس پڙهندڙن کي تحفا ڏيندو رهي ۽ اسان سندس گلابي احساسن جهڙيون خوبصورت تخليقون پڙهندي ڪيس بهتر منزل طرف ويندي ڏسون.(آمين)

شبنم چانڊيو

# نظم /آزاد نظم /نثري نظم

# ريشم جهڙا خواب

مان! پنهنجن

اوجاڳيل نيڻن ۾

ريشم جهڙا خواب

اُڻندو آهيان.

۽

تن سيني

خوابن ۾

توکي گڏ گڏ

ڏسندو آهيان،

پنهنجي ڪنوار

پسندو آهيان.

پوءِ مان سانئڻ ! امن سلامت،

محبت زنده باد جا نعرا سڻندو آهيان.

☆☆☆☆

## ياد

مون جا توڪان ورتي هئي

پيار جي پهرين ڇُمي ،

ڪيڏو پيو تون چاهين !

ها ها ! وساري ڪون سگهندينءَ.

جڏهن بہ تنهنجو جيون ساٿي،

مِني توڪان مِني وٺندو.

پڪ سان ياد ڪندينءَ مونکي ،

پڪ ٿي دل ۾ تون ڪڙهندينءَ .

پيار جون ساروٽيون ساري.



## اڪيلي ڳوڙهو

دل ۾ مزار خواهشن جا...

ريزه ريزه خواب اکين ۾ ...

ڏاڍا گهرا زخم مليا هَنِ .

اهي سيئي ڪنهنکي ڏيکاريئون ؟

ڪنهنکي پنهنجا سُور ٻڌايئون؟

پٿر دلين وارا ماڻهو،

جڻ پٿر جا ديوتا آهن.

سي ڪيئن صدا منهنجي ٻڌندا؟!

جنکي جيئري ماڻهوءَ جو ،

رت قربانيءَ ۾ گهرجي تو،
سي ڪيئن آخر مرهم ڏيندا؟
ڪيئن اسانجا ڳوڙها اگهندا؟
بس هن دنيا ۾ ساٿي!
هرهڪ ماڻهو پنهنجي جهول ۾
پيڙائن جا پٿر ڍوئي،
پنهنجو پنهنجو لاش ڪلهن تي...!!
ڪٿي گهمي تو، پيو رڙهي تو.
مان پي هڪڙو آدم آهيان!
رسمن ڪان سنگسار تيل هان!
عيسيٰ جيان صليب ٽنگيل هان!
من ۾ پيڙائن کي پوکي...
َتڪيل ٿَڪيل قدمن سان مان!
پنهنجو لاش کنيون وتان تو!
ريت نياڻيءَ خاطر مان پي،
وڏا وڏا ٿهڪ ڏيان تو!
منهنجي اک ۾ اٽڪيل ڳوڙهو...
هڪ ڏينهن پر ڪِري پوندو،
منهنجو دم نڪري ويندو .
منهنجو دم نڪري ويندو.



## امرتا

منهنجن لکيل گيتن تي
هڪ دفعو اچي جانان!
پنهنجن چپڙن مُهر لڳائي،
متان اهو لکي وج تون
”گيت سيئي منظور ڪيا مون“
منهنجا سارا گيت سکي!
امر پل ۾ تي ويندا.
امر پل ۾ تي ويندا.



# خودڪشي

ان ڪان اڳ جو
توکان ٻڌان!
مان تي توکان نفرت ڪيان.
ساهه واري رڳ ٿي
آئون تو گهڻي ڇڏيان!
هي قلم هٿ ٿي
اڄ تو ڦٽي ڪيان،
۽ وجي ملائڪن کي
منٿ ميڙ تو ڪيان،
تن ۾ کي آئون تو چوان:
خدا جي واسطي توهان،
ٿورو ٿورو پيار پيءِ...
نصيب مائٿن ۾ لکو.
جيئن ڪوئي پي نه پوءِ
خودڪشيءَ لاءِ سوچي.

## حالات

وري نہ ڪڏهن ملنداسين

دل جليون ڳالهيون نہ ڪر

ها هِت جي نہ ملياسين!

بئي ڏيهہ هلي ملنداسين،

۽ تي سگهي تو هتڙي!

ڪنهن نہ ڪنهن موڙ تي

اوچتو ملي وڃئون !

جي نہ ڪي ڳالهيون ٿينديون!

اڪيون تہ پر آليون ٿينديون!؟

پوءِ سمجهي ويندا سين بئي

هڪبئي لئہ اجان چاهہ آ،

بس حالتن سماج سان

ڪرٽو ئي پيو ناهہ آ.

نہ تہ سُڏڪا سچو ساهہ آ،

وري ملڻ لئہ ويساهہ آ.

تون دل جليون ڳالهيون نہ ڪر!

هڪ ڏينهن ضرور ملنداسين!

پوءِ ڪهڙي يي حالات ۾!!



## حرامي ٻار

روڊ تتل تي ننڍڙو ٻار
پڇري ۾ سڙي ٿو.
انسانن جي وستيءَ ۾
جيئڻ لاءِ رڙي ٿو.
ڇا هنجي ماءُ ويچاري!
جنميندي ئي مري وئي آ؟!
هن ٻالڪ جي قسمت کان
قدرت ٻي رُسي وئي آ ؟
۽ ڇا هنجو پيءُ ويچارو!
غربت جي چڪيءَ ۾ پيسي
ٻُک مِٽائڻ جي ڪوشش ۾
جيون تان هٿ ڌوئي ويو آ ؟!
يا هنجا ڪي ماءُ پيءُ ناهن::
پر هي ڪو الله نه ناهي!؟!
جنهنجا ماءُ پيءُ ناهن ساٿي!
ها هي هڪڙو انسان آهي،
جنهنجا ماءُ پيءُ هوندا ليڪن!
سڏبو ٻار حرامي آ، هي!
جنهنکي جڻي اڇلايو ويو آ
پنهنجو پاپ لڪائڻ خاطر.

ان لاءِ سنگدل دنيا ۾ هي،
پاپين جو اولاد ٿو سڏجي.
هنکي جيئڻ جو حق ئي ناهي
هنکي پنهنجو ڪوبہ نہ چئي ٿو
هنکي ڪائي پيڻ بہ ناهي!
هنجو ڪوئي ڀاءُ بہ ناهي!
هن سان جيڪو ڳڏجي کيڏي
هنجو ڪوئي يار بہ ناهي!
هنکي پنهنجو چئي ڀَل لائي
اهڙو رشتيدار بہ ناهي!
هنکي نہ ڪٿ پيار ملي ٿو
هرڪوهن کي ڌڪا ڏئي ٿو
ڇو جو هيءَ سموري دنيا
آهي شريفن جي دنيا.
شرفائن جون ڪجهہ رسمون هِن
جيڪي ڦاسي گهاٽ جيان هِن
ڦاسي گهاٽ هي پجندو ڪير؟
هن ننڍڙي جيوت کي ساٿي!
جيئڻ جو حق ڏيندو ڪير؟
اَن داتا ڏس ٿيندو ڪير؟!
ها مان جو هن دنيا اندر
ڪنهن پي جيوت کان اِو ساٿي!
ڪسبو جيون حق ڏسان ٿو.

پنهنجي منهن ويهي سوچيان ٿو،
ڇڻ هي انسان، انسان ناهن!
گندي نالي جا ڪيڙا هنِ!
۽ هيءَ پاپي دنيا مونکي،
گند جو ڪوئي ڍير لڳي ٿي!
جنهن ۾ گهمڻ سان هر ڪنهن جا
پيرڃي ويا ٻئي پير آهن.
پوءِ ڀي ڇو ڪو پنهنجا پير
ڌوئي آخر ڪونہ ڇڏي ٿو؟!
وشال ڌرتيءَ جي سيني تان
ڪندا سوئي ڇونہ ڇڏي ٿو؟!
۽ ڪنهنجن گهرن زخمن تي...
ڦِها آخر ڇونہ رکي ٿو؟!
ڇا هر ماڻهو پٿر جو آ؟
پٿر دليون تن جون آهن،
ائين تہ هرگز ڪونہ هوندو؟!
ڪنهن ڪنهن دل منجهان ڌڙڪو
اجان اچي ٿو او ساٿي!
اجان ڪي دليون ڌڙڪن ٿيون!
اجان ڪي دليون ڌڙڪن ٿيون!

☆☆☆☆

## نو پارڪنگ

پيڙائن جي ديس ۾
هلندي هلندي...
جتي بہ ساهي لاءِ بيٺو آهيان،
اتان ڪنهن...
"نوپارڪنگ" جو بورڊ ڪڍي،
منهنجي اڳيان...
لهرايو آهي
۽
نہ چاهيندي بہ
مون هلڻ شروع ڪيو آهي
اڳتي ئي اڳتي...
۽ ها! تازو
هاڻي هاڻي!
منهنجي سوچ نگر ساري تي
ڪنڊا ڦٽڻ لڳا آهن،
منهنجو من اڱر ساروئي
ٽارچر سيل ۽ ٽاڙا ٽيو آ.
جن ۾ مان پيو سزا ڀوڳيان ٿو،
ساهہ ڪٽان ٿو.

☆☆☆☆

## محبوبا ڏانهن

پنهنجي گرپ ۾
پلنڊڙ ٻار جو
خيال جانان! گهڻو تون رکجان.
مان ڄاڻان ٿو
چڱي طرح تہ
ٻار اهو ناهي منهنجو.
ڇو جو ڪڏهن مان توسان،
بلڪل ڪونہ مليو آهيان،
توکي مور نہ ڏٺو آ مون.
پوءِ ٻي پيار ڪرڻ جي ناتي،
توسان روح جو رشتو سانئڻ!
سالن کنان ڳنڍيل آهي،
تنهنجو هر تخيل ڄڻ تہ
منهنجو ئي تخيل آهي.
ها او پيا! انهيءَ ناتي سان،
تنهنجي گرپ ۾ جو سرجيو آ.
ٻار سو ننڍڙو منهنجو آ.
ها! ان جو تون خيال رکجانءِ.



# تارو

تارا جيڪي آسمان منجهه
لک ۽ ڪروڙين آهن.
پويي مونکي هر هڪ تارو
تنها تنها نظر اچي ٿو.
هڪڙو تارو ٻئي تاري کي
ياڪر پري ڪين سگهي ٿو.
مان پي هڪڙو تارو آهيان،
هيڏن انسانن جي وچ ۾
مان به اڪيلو ئي آهيان.
مان جو سائين! تنها ويهي...
غزل ،وايون پيو لکان ٿو
ٽمر ٽمر،ٽمر ٽمر ڇڻ ٽمڪان ٿو.
۽ ٻيَا! توکي ڳالهه ڏسيان ٿو،
هتڙي هڪڙو چنڊ به آهي!
جيڪو آهي تنها ليڪن!
تارن جي وچ ۾ آهي.
۽ هي تارا چنڊ جي سونهن کي
ويتر پيي وڌائن ٿا.
چنڊ سو تون ئي آن سائين!
چنڊ سو تون ئي آن!.



## تحفو

کيڏي نہ تون او سانئڻ!
بي رُخي تي پيئي آهين.
مونکي وساري ڪيئن نہ
غير تي وئي آهين.
اهو بہ ڪونہ ٿي سوچين!
تہ تنهنجو هي خانہ بدوش

جنهن خواهشن جو گارو،
سِرون اُميد جون ڪٽي،
ڇت پيار واري ناهي،
من پنهنجي ۾ تولئہ
ننڍڙو ۽ خوبصورت
گهر هڪڙو ناهيو هو،
تنهن گهر کي ڪيئن هاڻي!
سيلاب اکين مان آڻي
ڪُهو پلا لوڙهي سگهندو؟
هڪڙو ڪُهنجي اکين ۾
ٻچيو جو ڳوڙهو ناهي!
هن تہ سمورا ڳوڙها
توکان جدا ٿيڻ تي
آهن ڏسُ ڳاڙي ڇڏيا.
ڪُهنجي نيڻن جي ڌرتي
هاڻي رُڳو بنجر آ.
نہ تہ لُڙڪ جو هڪڙو
تون ڏي روز ڪُهو تحفو
پڪ سان اُماڻي ها.
پڪ سان اُماڻي ها.

☆☆☆☆

## مان آديوپس آهيان!

چڻ مان آڊيوپس آهيان!
منهنجي وُجود کي
محرومين جا وِڇون
۽
ڪارا نانگ
ڏنگ هڻي رهيا آهن.
بدڪار ڳجهون
ٻوٽيون نوچي رهيون آهن
منهنجي بدن مان.
منهنجو مٿو...
پنوانيون ڪائي رهيو آهي،
مان ڄاڻ ئي آپگهات ڪري،
جيون جي اونچي جبل تان،
ڪري پوندس موت جي گود ۾.

آئون ڏاڍو ٿڪجي پيو هان
سوچن جا ڳرا ڳرا
پٿر هن دماغ ۾ سانديي،
منهنجا ڪلها ڳرا ٿي پيا هن
منهنجن ڇنگهن مان هوريان هوريان
ساهه ڇڏائيندو وڃي ٿو هاٿي.
آئون ڪرڻ چاهيان ٿو هاٿي،
جيون جي هن اونچي جبل تان.
ها ها ! هاٿي
مان آرام ڪرڻ ٿو چاهيان.
هميشه ۽ هميشه لئه
جنهن ننڊ مان ڪڏهن نه اُٿان
اهڙي ننڊ ڪَرڻُ ٿو چاهيان،
مان آڊيوپس ديوتا آهيان!
منهنجي موت تي
ڪوئي نه روئندو،
ڪنهن به اک ۾ نه ڳوڙهو هوندو
بس جي آئون مري ويندس ته
منهنجو روح آزاديءَ سان،
اُفق جي هوائن ۾
چنڊ ۽ تارن کي ڇهندي
ڌرتيءَ جي وشال گولي تي
اُڏندو رهندو سونهن کي ڏسندي.



# مون سنگ

مون سنگ ڪيئن هلنديءَ ؟
منهنجا ڪل رستا
تولئہ ڏک بڻبا.
ڇو جو او سانئڻ!
مونکان ڏات ڏانئڻ
سچ چوائي ٿي.
سچ جنهن منصور کي
سوليءَ چاڙهايو،
مخدوم بلاول کي
گهاڻي پِيڙهايو،
سو سچ مونکي پڻ
هڪ ڏينهن مارائيندو
ڏاهي سقراط جيان
زهر پيئارائيندو.
پوءِ تون پريميڪا!
اڌ ئي رستي تان
مونکان ڇڄي وينديءَ،
ڏاڍو روئينديءَ.
انلاءِ بهتر آ
تون بہ هاڻي کان
مونکي وساري ڇڏ
جيئن بين وساريوآ.

☆☆☆☆

## فيصلو

تنهنجو فيصلو ، صحيح آ جانان!
چڱو جيون ساٿي ڪو ڳوليي وٺئي.
مان تہ هڪڙو ڪنگال شاعر هان ،
توکي خوشيون ڀلا ڪهڙيون ڏيان ها؟!
مون وٽ تہ خوشين جو ڪو نانءُ ناهي ،
مون وٽ تہ لڙڪ َهنِ پيڙائون َهنِ .
تون جو پلئي آن ڪنهن گلِ مثل
ڏُکن ۾ ڪيئن مونسان گهارين ها؟
تون تہ چاندوڪي آهين ۽ سانئڻ!
تنهنجي چهري تي مرڪ سونهين ٿي.
منهنجي من مان هي دُعا ِنڪري ٿي،
ُتنهنجي چپڙن تي سدا ُمرڪ تري،
ڪڏهن نہ ڪوسو ڪوئي واءُ ڏِسين،
ِجتي ُهجين سدا سکيي ُهجين.
ڪڏهن نہ دل ۾ تون پڇتاءُ ڪجان ،
مونکي ٺُڪرائي اهو [illegible] [illegible]
تنهنجو فيصلو هي صحيح آ جانان



## ڪينسر

خيال گهرَجي
سوڙهي بند ڪوٺيءَ واري ،
دري ڪوليَ.
ڏورِڊسي ٿو
هُو سوچي ٿو!
شايد مان بہ بيمار آهيان!
انڪري ئي بي چين آهيان.
پر مونکي مرض آ ڪهڙو؟!
هُو سوچي ٿو.
۽
پوءِ ڪيس
ياد اچي ٿو
ڪيس احساس جو "ڪينسر" آ
ها!
هُو هڪڙو شاعر آ.

☆

# هڪڙو نظم

مُون
هڪ اهڙو
نظم لکڻ چاهيو هو،
جيڪو منهنجن سڀني نظمن کان
سُندر ۽ من موهڻو هجي.
۽ پوءِ بس!
پنهنجي مٿان مُون
تُنهنجو نالو لکي ڇڏيو هو.

☆☆ ☆☆

## نہ تون روئجان...!

زندگي جي اٿانگي
ڏکي سفر ۾
اوچتي اوچتي!
جي ڪنهين موڙ تي،
ساهہ ڇڏيندي ڇڏيندي
مان ڳُر تي وڃان.
جان! توکي آ تنهنجي،
سُونهن جو قسم.
ها نہ تون روئجان.
ها نہ تون روئجان.

☆☆☆☆

## هل هلون...!!

سمنڊ جي ڇولين جا مڌر گيت ها
چادرون واريءَ جون پيرن جي هيٺان
چانڊني سنگ سنگ اسانجي پَٺي گهمي
۽ اسان نيڻن ۾ سرجيا سپنا ڪي
ڪيترا مندر اسان پَٺي جوڙن
هر مندر ۾ بُت تنهنجو ئي هو.
پر اچي ويو اوچتو طوفان هو.
۽ مندر ها سڀ ڊٺي وڪري ويا.
بُت اسان جا پر ثابت آهن اڃان
يا وري هي ٻيو جنم آهي مليو.
جيڪو پي ڏيو وقت سو گذري ويو
آءُ هاڻي نئين سفر تي ٿا هلون
محبتن جا اڻپورا سپنا مِني
جت ڊٺا ها، نئين سري کان ٿا اُٿئون
آءُ تہ سيني منجهہ هڪبئي جي لڪئون
ڪيتري خاموش ڏسُ هي رات آ
هر طرف سڪتو آ ڪائي سانت آ
تون ئي خاموشيءَ جي هيءَ ديوار ٽوڙ
بول ڪوئي گيت منڙو اڄ تہ بول
مان سنڌءِ گيت کي ٿو ساز ڏيان
پنهنجون رڳون تاڻي ٿو رباب ڪيان.

ُهو تہ ڏسُ! سِچُ ٺئون اُيري تو
اُت تہ هلون ٻير ميڙڻ تا هلون
مان هلي تو ٻير کي ڏوٿو ڏيان
۽ تون هيٺان جهول جهلي ٻيهجان
ٻير ميڙي پوءِ ٻئي هلنداسين
آزاديءَ جي منزلن ڏي ڪاهيندا
آزادي ديس جي خاطر وڻڻ
آزادي محبتن سندي ماڻڻ.
اُت ڏاڍي دير ٿي ٿيندي وڃي
اُت تہ هلون تيزتيز تيزتيز
تيز هل تون تيزتيز تيزتيز
جيترا وڏا قدم تو مان کڻان
تون بہ مني! ايترا قدم تہ کڻ
او منهنجي مهراڻ موجن جل پري!
تون ٿي منهنجي من جي آن مومل ڇري
پوءِ ڀلا ڇو پوئتان آخر هلين ؟
توکي منهنجي سنگ سنگ ٿي هلڻو آ
ميدان جنگ ۾ جي اگر مان پيم مري
لاش منهنجي لاءِ توکي وڙهڻو آ.

ڇو ڀلا تون اوچتو رڪجي وئينءَ ؟!
اڙي! تنهنجي اک ۾ ڳوڙهو بہ آ
او ڇري! ڇاجي لئہ تون روئين ٿي؟

پاڻ ٻئي آزادي وڻڻ تا هلئون
آزادي جا ماري جيارينديِ آهي
هونئن بہ ڏس ! تون جو مونسان گڏ آهين
پوءِ ڀلا ڪيئن مري ٿو مان سگهان؟
جانِ تون ئي منهنجي آهين زندگي
قدم وڌاءِ قدم وڌاءِ اڳتي هلئون
هُو تہ ڏس هُن جبل جي پوئتان
سچ نئون مُک آ پنهنجو ڪڍيو
ڪيتري خوشبو اُتي آ ڌرتيءَ مان
آزاديءَ جي لال پريءَ پاڻ کي
سينگاريو آ رت رڱيل ويس سان
اچ تہ مني هٿ هٿ ۾ قابو ڏئي
ان جبل جي مٿان ٻئي تا چڙهئون
آزاديءَ جي ڏنگن ڦڏن پيچرن تي
آزادي ماڻڻ تائين هلندا رهئون
سچ جو هي ديوتا ڏس
پاڻ سان گڏ ٿو هلي
جيڪو تو ۽ مون جيان ئي
آزاديءَ جو عاشق آ
جيئن مونکي تون ٿي چاهين
۽ توکي مان ٿو چاهيان
هوبهو ئي تيئن هي!
سچ ٿو آزاديءَ کي چاهي.
سچ ٿو آزاديءَ کي چاهي.

☆☆☆☆

# آڪاس تارا

آڪاس تارا اڇي مِڙن تا
ڀَيا ڪِلن تا، ڇڻ طنز ڪن تا
۽ مان اڪيلو ويٺو جو آهيان
پيو سوچيان تو
يادن ساگر ۾
ٻُڏان تران تو
ياد اچن تا
اُهي سمورا ڏينهن ساٿي
جن ۾ منهنجي اُداس ٿيڻ تي
اُداس ٿيندي مونکان پڇيو هَئي
”وري تون ڇالئہ اُداس آهين؟
ڏَسين نٿو؟ ڇو خاموش آهين؟“
نہ مون جو توکي جواب ڏنو هو
پوءِ تون پاڻيءَ گلاس کڻي ڪيئن
مِني اڇي مون مٿان هو هاريو
۽ مون ڪيئي ٽهڪ ڏنا ها
ٽهڪ جن تي آڪاس تارا
جلي ويا ها!

۽ ماڻهو سارا باهه وانگي

ٻري پيا ها!

ٺهڪ ڏئي ۽ تنهنجون سکيون!

توکي هر هر ٽوڪڻ لڳيون هون.

ياد اچن ٿا سي ڏهاڙا

جن ڏينهن ۾

مون تنهنجي پيرن جي مٽي ميڙي

تنهنجي پيرن جي پازيب ڇيڙي

توکي چيو هو او منهنجي جانان!

مونکي نہ هرگز ڀلائجان تون.

سي ڏينهن ساڳيا وري او مِٺڙي!

شايد تہ ڪڏهين بہ ورڻا ناهن.

جي ڏينهن ساڳيا وري نہ سگهيا

تہ منهنجي اداس ٿيڻ تي مونکي

او منهنجي جانان! ڪير پرچائيندو؟

منهنجي ميرن، گهنجيل لٽن تي

گلاس پاڻيءَ جو ڪير هاريندو؟

پيو سوچيان ٿو

اُپ ڏي ڏِسان ٿو

آڪاس تارا اچي مِٽن ٿا

۽ طنز ڪن ٿا

مون‌تي کِلن ٿا.

☆☆☆☆

# تاج محل

جان! مونکان نہ پڇ تہ مان تولئہ
جا تاج محل کو جوڙي تو سگهان؟
جان! مان شاهجهان بادشاهہ جيان
ڏاڍ ۽ ظلمتن جو زور ڏئي
ڪنهن بہ مزدور جي پگهر، رت سان
ڪنهن بہ محلات جي ها پيڙهہ رکي
غريب ڪنهنجي محبت کي مٺي!
ها! لڄائڻ نٿو هرگز چاهيان
جان! مان وقت جو بادشاهہ ناهيان.
جان! تون ايئن پِي نہ سوچ ويهي
تہ منهنجو توسان ڪوئي پيار ڪونهي.
مونکي توسان تہ گهڻو پيار آهي
تڏهن ئي پنهنجي من ۾ او جانان!
مون عقيدن جي مٽيءَ کي ڳوهي
ڇت - ديوار پيار مان ناهي
هڪ مندر ننڍڙو تنهنجو ناهيو آ
جنهن ۾ بت تنهنجو ئي رکيل آهي
۽ جنهن ۾ مان بہ تنها ئي آهيان.
جان! مان تنهنجي عبادت تو ڪيان

مون ڏيئو ٻاري رکيو آ رت سان
۽ تنهنجو نالو لکي ڪاغذ تي
مون چميو آهي تنهنڪي ايئن مني!
جيئن مزارن تي ڪوئي لاٽون چمي
ڪو پوڄاري جيئن عقيدي مان
پڙهي صحيفا پيو چمندو آ.
جان! مونکي قسم آ تارن جو
نيري ساگر جي ٻن ڪنارن جو
تون منهنجي من جي آهين جل پري
موم ٿيي تنهنجي سندرتا تي جاي
تون منهنجو خواب آن، تمنا آن
تون منهنجو گيت ۽ احساس آهين
تون چنڊ آهين ، تنهنجون ڳڻي سگهيون
نيري آڪاس جا جڻ تارا هن
تون ٿي گلاب جي خوشبوءِ آهين
تون ٿي تہ مُند آن بهارن جي.
مونکي تنهنجو قسم آ او جانان!
توکي مان جان کان وڌ ٿو چاهيان
مان تولئہ اُپ مان تارا توڙي
ها سُندر مالها ٿو ناهڻ چاهيان
پر تون بہ منهنجي نيڻن ۾ او سڪي!
هي محبتن جو ساگر ڏس تہ سهي
تون منهنجي چيچ کي بہ وٺ تہ سهي

مان تنهنجي سنگ تو هلڻ چاهيان.
مان مڃيان ٿو تہ تون بہ مونکي مڃي!
ها ايترو ئي چاهيندي آهين
جيڏو ساگر ٿو ڪنارن کي چاهي
جيڏو پوئرو ٿو گلن کي چاهي
جيڏو مصور ٿو رنگن کي چاهي
۽ برچ سان ٿو تصويرون ناهي
ها مڃي! تون بہ رات جو ننڊ ۾
مونلاءِ خواب ڪي اُٺندي هوندينءَ
۽ منهنجي پيار کي تون ياد ڪري
چوريءَ چوريءَ ويهي روئندي هوندينءَ
جان! تون خواب پل نہ اُٺندي ڪر
پر توکي قسم آ محبت جو
منهنجي يادن ۾ ڪين روئندي ڪر
جي توکان ٿي سگهي تہ تون مونکي
پنهنجي خيالن مان پي آزادي ڏي
پر توکي قسم آ او جانان!
خيال مونکان نہ ڪو واپس ونجان،
جيڪي بہ تولئہ تو سپنا اُٺيان
تن مان هڪڙو بہ نہ سپنو ڪسجان.
تن مان هڪڙو بہ نہ سپنو ڪسجان.

☆☆☆☆

## شاعري!!

جوين جي گذري ويل

پلن جي آن دائري

منهنجي مني او شاعري!

منهنجي سکي او شاعري!

ڪيڏي نہ بي چئي آهين

مون ڪان رُسي وئي آهين

تو ڪانسواءِ ڏِس تہ مان

ڪيڏو نہ ها! ويڳاڻو هان
سوچ ۾ ٻُڏل ٻُڏل
هميشہ چُپ ٿو رهان
مونتي پَيا ماڻهو ڪِلن
پَيا تا مونتي ٽهڪ ڏِين
رُنو تي ـير ؟ تا پُڇن
ڪهڙو جواب تِن کي ڏيان
ها ڪيئن تن کي مان ڏَسيان
تہ منهنجي پرينءَ جي سڪي
۽ مونکان منهنجي شاعري
رُسي هلي وئي آهي
جنهنجي صورت هُوبهو
منهنجي مومل جهڙي آ
جِنھ تہ هوءَ بہ سُومل آ
۽ سندس ادائون پيي
ڪاڪ راڻيءَ جهڙيون هن
ڏاڍي هوءَ ساڙولي آ
جي اڇي تي پريميڪا
شاعري رُسي وجي
ڏينهن ۽ مهينا کي
سال تي رُني رهي.

ڏس تہ تون اي شاعري!
ڇو ايڏي سنگدل آهين؟
مونکان وچي ڏور تون
ڪهڙي ماڳ تي رهين؟
جت نہ منهنجي دانهن پئي
توکي پهچي ٿي سگهي
مان تہ تولئہ تو رڙان
پر تون ڪنهن ٻي ڪوي جا
ڳل ٿي چُهندي رهين
چپ ٿي چُمندي رهين
پيار ۾ پاٻوهہ مان
ها سندس ئي جهول ۾
پينگهہ ٿي جُهلندي رهين
ڏانئڻ ٿي سندس جگر
ٿي هورڙيان ڪيندي رهين.
اڄ اچي منهنجي جگر جو
آخري ٽڪرو پئي ڪيو
بس انهي جي موت ۾
مونکان اهڙو نظم لکاءِ
جهڙو اڄ ن تائين نہ ڪنهن
مها ڪويءَ لکيو هجي
منهنجي انهي تخليق ۾
آزاد سنڌ پئي هجي
سونهن منهنجي پرينءَ جي
سادگي وري انهي ۾

مارئي جهڙي هجي.
لفظ لفظ مان رڳو
دليري دولهہ جي ٻَڪي.
جيئڻ جي ضمير جيان
اصلاح پل ڪيڏي ڪجي
ڪا سِٽ نہ مَٽجي سگهي.
جنهن ۾ درد چوليون ٽي
سمنڊ جيان ڇلندو رهي
۽ ڏيئي جي لاٽ ٽي
هر گهڙي ٻَرندو رهي.
جنهن نظم ۾ رِدم پيي
تاري جيان ٽِمِ ٽِمِ ڪري
پوءِ پڙهندڙ هر اکر
ذهن ۾ سانڊي رکي
پنهنجي هر سوچ کي
سِٽ سِٽ ۾ پسي
مونکان اهڙو نظم لِکاءِ
منهنجي مٺي او شاعري!
منهنجي سکي او شاعري!



# فالج

سنو فال جي
تڏڙي هوا جيان
تنهنجون ساروڻيون
منهنجي ذهن ۾
گھلي رهيون َهن
دماغ منهنجو تنهنجي يادن سان
ُسن ٿي رهيو آ
جسم مان َست پيي
وجي ٿو هلندو
لڳي ٿو مونکي
تنهنجي يادن جو
فالج ٿي ويندو.

☆☆☆☆

# سهيڙ مونکي

خزان جي موسم
اسانجي نيڻن ۾ آهي ترسيل
پيلاڻ ٻڻجي وجود ويو آ
آ شاخ هرهڪ سهارو ڇنيو
پيا زرد پتن جيان ڇڻئون تا
اسان سوچيئون تا.......
توهانجي ُخشبو اسانجي ساهن ۾
ڪيئن آخر سمائبي؟
اسانجي ساهن ڪٽڻ تي پي جو
وڏي وَئي هِت بندش آهي
اسان سوچيئون تا.......
توهان جي ڪن جي واليءَ جهڙو
ڪٿي اسانجو نصيب آهي؟
اسان توهان جي چپن جي سُرخي
بہ ڪونہ تياسي
نہ ئي ساٿي!
موهيڙن جي ڪريم ٻڻياسي.
اسانجو اهڙو آ ڀاڳ ڪاٿي؟
اوهانجي نيڻن جو سُرمو ٻڻجون
يا اوهانجي چوليءَ تي ٽانڪيل

۽ پرت پريل کؤ گل بڻجون
اسانجو اهڙو نصيب ڪونهي.
توهان اسانجو خواب آهيو...
پر اوهانجو خيال بڻجون ،
اسان جو اهڙو ڀاڳ ڪاٿي؟!
اسان جو ڀاڳ ۽ آس سائين!
نڀاڳ آهي ،نراس آهي ،
نراس آسن کي وينا پاليئون.
ها ها! او جانان!
اسان تہ نندڙا شاعر بہ ناهيئون
جو گيت سرجي ،توهان جي سونهن جا
توهان کي ارپيئون
نہ ئي اسان سنگ تراش آهيون
جو مورتي ڪا توهان جي ناهيئون
اسان تہ مصوري بہ ڪونہ ڄاڻئون
جو لڙڪ ڳاڙي رنگين سانئڻ!
توهانجي سُندر تصوير جوڙيئون.
اسان تہ آهيئون رولاڪ ماڻهو
ڏهاڙو سارو پيا رُلئون ٿا
توهانجي يادن ۾ پيا ڀٽڪئون ٿا
توهانکي هيءَ التجا ڪيئون ٿا
پليز! هاڻي سهيڙيو مونکي
وڏيڪ ايڏو نہ روليو مونکي
رُلي رُلي مان ٿڪجي پيو هان
رُلي رُلي مان ٿڪجي پيو هان

☆☆☆☆

## خوشبو...!

هر روز منهنجا
نيڻن پوپٽ
اڏامي
تنهنجن
گلاب ڳلن تي
ويهندا آهن
چمندا آهن
خوشبوءِ جانان .

☆☆☆☆

## تون پڇين ٿي؟!

تون پڇين ٿي!

مون وٽ ڪهڙي دولت آهي؟

ها مون پنهنجي نيڻن جي پندار ۾ جانان!

ڳوڙهن جو هڪ سمنڊ رکيو آ

جنهن مان اداس لمحن ۾ ويهي

موتي چوندي

لڙڪن جون مالهائون پوئي

تولئه گيت پيو لکندو آهيان.

مون وٽ هڪڙو گلدستو آ

جنهن ۾ ڪوئي گل نہ رکيو آ.

مون اڄ تائين!

ڇو جو تو جهڙو ڪو مونکي گل نہ مليو آ.

۽ ها مون وٽ هڪڙي جائي تصوير رکيل آ

جنهن ۾ مون نہ رنگ پريو آ ڄاڻي واڻي.

تون ڄاڻڻ ٿي چاهين ڇو؟!

ها! ٻُڌُ انلاءِ...

جيئن ڪوئي ٻي تنهنجي نہ تصوير سُجاڻي

توکي ڄاڻي

تنهنجي مٿان.نہ شڪ ڪي آڻي.

منهنجي سائڻ! توکي اڄ هڪ راز بہ ڏيان ٿو

جي تون چاهين مون مان ڪڏهن جان ڇڏائين!؟

مان جو تنهنجو وشال سڄڻ جان ٿو

ان جو ڪارڻ پين هي آهي

بس تون پين جي نبُ کي پيچجاڻ

پاڻهٺي شاعر تڙپي تڙپي

جيئري ئي مري ويندو.

هرڪنهنڪان وسري ويندو.

هرڪنهنڪان وسري ويندو.

☆☆☆☆

## اڌ ۾ رهيل نظم

منهنجي ڊائريءَ ۾
هڪڙو نظم
اڌ ۾ رهجي ويو آهي.
منهنجو اهو نظم
ڪنهن حسينا جي وارن ۾ اٽڪي
ڏور هليو ويو آ.
۽ ها شايد حسينا جي
وارن چڳ مان ڪري پيو آ
ڦٽي ڏيندي.
هاڻي جڏهن اها حسينا
وهنجي سهنجي آئيني جي سامهون ايندي
مرجهايل ڪنهن گل جهڙو
اڌ ۾ رهيل نظم وري
پوپٽ بڻجي اڏري اچي
ها! حسينا جي وارن ۾
اٽڪي ويهندو،
وارن چڳ تي جهولو جهلندو
خوش ٿي موٽي موٽي ايندو
اڌ ۾ رهيل نظم منهنجو پورو ٿيندو.

☆☆☆☆

## ٻڪ جهل ...!!

مون جيان
ٻڪ جهلي
ڳوڙها ڳاڙي
هٿ تريءَ تي
ڦوڪون ڏي
موتي سارا
هٿ ريڪائن
منجهه وِڪيرِ
ڏسئون !
مون جيان
تنهنجي هٿ تي
صليب نهي ٿو؟!

☆☆☆☆

## پلي ڪارڊ

اسان امن جا پلي ڪارڊ کڻي

ٻاهر نڪتاسين!

اسان جا مطالبا مڃيندي

هنن رائفلن جا منهن

اسان تي

کولي ڇڏيا.

☆☆☆☆

## جي هيل اچين!

تون جي هيل اچين!

ويس اڇو اوڙهي اچجان،

۽ جي پازيب هجئي پيرن ۾

خيال سان قدم کڻجان!

ڪنهن کي ڪو خوبصورت خواب مان

اٿي نہ پوي!

هميشہ ننڊ سندس

پوءِ ها ڦِٽي نہ پوي.



# شاعري روپ

اڏ رات ستارن چيو

مُرڪي مونکي

شاعري - ڪهڙي ڪهڙي

روپ ۾ سينگاري ٿي؟

سيئي روپ ڪڏي مون جو ستارن کي ڏنا

ڪيترا چنڊ ۽ تارا هُئا نظر منهنجا

وائي هرڪا منهنجي

شام ڪا سُرمائي هُئي

گلن جي روپ ۾

ڪيترائي بيت هُيم

شفق جي رنگ جهڙا چوستا هُيا مون وٽ

مگر نہ تو جهڙو غزل

نہ ڪوئي گيت هُيو.

تو جهڙي خوبصورت

شاعريءَ کي ڳولهڻ مان

ان وقت کان جان ها نڪتو آهيان.

☆☆☆☆

## مرڻو ڪين آهيان

هي تيز سمندر گرجي ٿو

۽ گيت وڄڻ ن گهائلجي

تو موت پري کان [illegible]

ها مونکي بيٺو ڏيچاري

مان مرڻو هان، مان مرڻو هان

چڻ سچ جو ڪوئي ڪرڻو هان

جو رات ٿيڻ تي ُگم ٿئي ٿو

۽ تارا ٽم ٽم ٽمڪن ٿا

ها منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجا

هي گيت سمورا پيا جيئندا

۽ مان پيي تن ۾ پيو جيئندس

مان ُمور نہ ڪڏهين مرڻو هان

مان جيئندس پيو، مان جيئندس پيو

ها تنبوري جي تاُرن ۾

۽ سيني ِرپَ جي راڳن ۾

مهراڻ جي گهرين موجن ۾

ها ڪنهنجي سيني سوچن ۾

مان جيئندس پيو، مان جيئندس پيو

مان ُمور نہ ڪڏهين مرڻو هان.

☆☆☆☆

# الوداع الوداع

زندگي! تنهنجي ڪٺن سفر منجهان
تنگ ٿي اڄ مان...
توکي چئي الوداع ٿو وڃان
موت منڙي جا وڃي ٿو
ڳل چُمان،
۽ قبر منجهه سُمهان.
الوداع الوداع
او زندگي بندگي!
منهنجي مني!، منهنجي سڪي شاعري!
معاف تون مونکي ڪجان
توکي ڇڏيون ٿو وڃان
ناتا ٽوڙيون بيو وڃان.
الوداع الوداع
تو ۾ هو سنسار سارو
چاهه منهنجو ،ساهه منهنجو
تنهنجي اڳر منجهه آهي
منهنجو ٻالڪپڻ گذريو
۽ جواني منجهه آ
هت ٿي مون قدم رکيو

ٿورين ٿورين ڳالهين تي
آهي مون رُنو ڪِليو
او شهر ويران الوداع
اي منهنجا گهر الوداع
الوداع الوداع
تنهنجو پاڻي پيئندو هئم
ڏاڍو هوندو هو مِٺو
آب حيات کان سُٺو
اڄ پيي مرڻ کان اڳ مان
آخري ڍُڪ ٿو پيئان
منهنجا ياءُ الوداع
سنڌو درياءَ الوداع
الوداع الوداع
دل منهنجي ۾ آهين تون
هر گهڙي هرپل رهيو
اناالحق جو درس مونکي
آهين تون ڏيندو رهيو
حق موجود!، حق موجود!
سائين سچل! اڄ کان...
تنهنجي طرف ٿو اچان
هن ٽڪن جهڙي دنياکي ، ڇڏي مان الوداع



# آخري نظم

خواب چانديءَ جهڙا ۽

سون جهڙيون حسرتون

حوصلا فولاد جهڙا

تازا ۽ توانا جانان!

ٿي ويا خاڪ سڙي

دل آهي ڏاڍي ڪڙهي

جيئڻ تان ارواح آ ڪڇي ويو

موت ڇڻ تہ سامهون آ اچي ويو

الوداع الوداع

گيت گانا ،جانِ جانان! توکي پهتا

مون سي آهن تولئہ لکيا ،توکي ارپيا

آخري نظم لکان ٿو، مان وڃان ٿو

آسمانن تي وجي گهمان رهان تو

الوداع الوداع

نفرتن جي دائري ۾ آهيون پلندا رهيا

بغاوتن جي زهر کي، هرقدم ڳهندا رهيا

جيڪو اسان کي لوڪ کان، هر گهڙيءَ ملندو رهيو

پو پي مون وٽ پيار جو، اڻ کٽ هڪڙو سمنڊ هو

جنهن مان محبتن جا موتي، ورچيندا رهيا آهيون

پر سماج جي هٿان، مٽيءَ جي رانديڪي جيان

ٽڏبا رهيا آهيون ، ڀُرندا رهيا آهيون

ها عيسيٰ مسيح جيان ،صليب سوچن جي مٿان

ٽنگبا رهيا آهيون، ڪلندا رهيا آهيون

لکندا رهيا آهيون، گيت توانا جوانا

حُسن جا رنگين ڳانا، پوئيندا رهيا آهيون

سونهن تنهنجيءَ جا ترانا جوڙيندا رهيا آهيون

ها مون جيڪي گيت هن تولئہ لکيا

سي بہ هن مونساڻ گڏ جُهوميا نچيا، تڙپي اُٿيا

۽ منهنجي قلمِ آهن، رت جا ڳوڙها رُنا

سچ تہ گهڻين پيڙائن ۾ پيڙبا رهيا آهيون

پر هاڻي پيڙائون سڀ، پاڻ سان مان گڏ کڻي

ها مٽيءَ جي سخت چادر، تو مٿان اوڙهي سمهان

الوداع الوداع

چند گهڙيون جن ۾ يارن سان رهيم

۽ جنهنجي لاءِ پي تورڙو لکيو اتم

جن ۾ منهنجا گيت آهن ڪٿ ٻڌا يا پڙهيا

تن سڀن جي ناءِ تو هي آخريُ نظر ڪيان

شايد هن ڪان پوءِ نہ گيت ڪوئي ٻيو لکان

الوداع الوداع

او سوچ لوچ! الوداع

پيڙائون سڀ الوداع

او هند، سنڌ! الوداع

اوڪائنات! الوداع

او منهنجا گهر! الوداع

او منهنجا شهر! الوداع

او گهٽيون چارا! الوداع

او منهنجا پيارا! الوداع

الوداع الوداع

☆☆☆☆

# ناچڻيءَ جي نانءِ

تون جڏهن پهريون دفعو ميلي منجهه آئي هُئينءَ
تنهنجي چهري تي اداسي هئي ،سهڻي تي لڳينءَ
هاڻي ٻه چار سال وقت ويو گذري آ
تنهنجي چهري تي مُرڪ آهي، بدلجي وئي آن
هاڻي ٻه آهين سُندر پر نہ اها سونهن اتئي
ها جوانيءَ جو سج جلد ڇو ٻُڏي ويو اتئي؟
تنهنجي وارن ۾ اڳيون گل ڇو ڳاڙهو ڪونهي؟
تون جڏهن وار کولي ٺورو جُهومندي هُئينءَ
توسان گڏ نوٽ ۽ ڪيئي دليون ٻہ نچنديون هيون
تون نئين سال جڏهن ميلي ۾ اچين جانان!
توکي قسم آ! اڳيون ويس تون پائي اچجان
تون انهي ويس ۾ مونکي ڏاڍي وڻندي آن
ها مونکي پنهنجي ڪويتا ڪا لڪيل لڳندي آن.

☆☆☆☆

## يادن جو ڪرفيو

منهنجن خيالن تي
تنهنجي يادن جو ڪرفيو لڳل آ
منهنجي نيڻن جي درين مان
ڪوبہ پوپٽ جهڙو رنگين خواب اُڏري
منهنجي ذهن جي شيلف ۾
پهچي نٿو سگهي
ڇو جو !
تنهنجي يادن جا تيز اليڪٽراني شعاع
جيڪي منهنجي من پاڳل کي
هرپل شاڪ هڻن ٿا
پوپٽ جهڙن رنگين خوابن جا
نازڪ پرڙا ساڙي ڇڏيندا.

☆☆☆☆

# سوچون ۽ فرق

جيئن تو پنهنجن سوچن جو
دائرو محدود ڪيو آهي
۽ سوچين ٿي فقط فقط
هڪڙي لفظ "مان" جي لاءِ
جيڪو تنهنجي پاڻ لئه آ.
هاڻي مان پي سوچيان ٿو
سائڻ! لفظ هڪڙي لاءِ
سو لفظ آهي "ڪائنات"
جنهن ۾ سمايل آهن پاڻهي
ڪيئي لفظ
جيئن اي جانان!
تون ۽ مان!
پيار -امن
تارا - چنڊ
۽ خوشبوءِ
ها او منڙي ! مونسان ڪيڏي ٽريجڊي آهي
مان تو جهڙو ٿيڻ ٿو چاهيان
پر پوءِ پي!
تنهنجن منهنجن سوچن ۾
ڏس ڪيڏو فرق آهي!؟.

☆☆☆☆

## پيتا

منهنجي ڪوتا ڪاڪ جي راڻي
هن ڪتابڙي جي صورت ۾
پيتا ڏيان ٿو
سونهن سچيتا واري ديويءَ
پنهنجي سحر ڪي
جيڪا خود ئي مون وانگر ٿي
شعر نگر جي رهواسڻ آ.



# وينگس

هڪڙي وينگس ،جنهنجي عمر
جوين نڪريو تازو تازو
اُيڙو چهرو،چانڊوڪيءَ جيان چمڪڻ وارو
اکيون ُهنجون، ڪاريون ڪڪوريون
ڪينجهر جي گهرائيءَ واريون
وار وينگس جا ڪارا ڪارا
ڏِگها واسينگن جهڙا
تازن رسيل چمن جهڙيون ڇاتيون اُنجون
۽ آواز ۾ هنجي آهي
سُر سنگيت جو رڌم پريل
هڪ ڏهاڙي منهنجي گهر ۾
مهمانن جيان آئي هئي
۽ پوءِ هنجي وڃڻ پڇاڻان
سيني واري شيلف ۾ رکيل
منهنجي دل جو
دهڪو گهنجي ويو آهي
منهنجي نيڻن ننڊ سان گڏجي
سُڪون ڪاڏنهن اُڏري ويو آ
هاڻي سمورو چين وڃڻ لئه
مان اُن وينگس ڪي تو ڳوليان
مان اُن وينگس ڪي تو ڳوليان

## گروي

مون پنهنجون سڀ مرڪون
تنهنجي ڪاتي ۾ لکيون
۽ پنهنجا خواب، تمنائون
احساس ڪُلئي
تو وٽ گروي رکيا
پر تون بہ منهنجي اُميدن جي
بدل ڳنڍ سُوڌي
گروي مٽي!
ڪنهن ٻئي وٽ آن پيل.

☆☆☆☆

## وڇوڙي جي سالگره

مان پنهنجن شديد محبتن کي

خاموشيءَ جي چادر اوڙهي

دل جي اونداهي قبر منجهه

دفنائي ڪونه سگهيس.

مون نيڻن مان اُڏري ويل ڳُمين کي

هُنجي مُلائم ڳِٽن واري سرحد تي
پنڌ ڪرايو ۽ ڇڳرايو
مون هن لاءِ شفق جهڙا گيت لکيا
۽ مون هُنکي
ٽيگور جي نظمن جهڙو خط لکيو
جنهنجي موٽ ۾
هُن هو هڪڙو ٿهڪ ڏنو
ٿهڪ جنهن ۾ طوفانن جي تيزي هئي
جنهن منهنجن خوابن جي ڪشتي
تاڪ تاڪ آ لوڙهي ڇڏي.
هُن منهنجن احساسن ۽ آدرشن کي
دِستبن بڻائي پنهنجن
پيرن ۾ چيپاٽي ڇڏيو
۽ پوءِ مونتي پيڙائن جو ٽڪس مڙهيو
هاڻي مان ماضيءَ جي ميوزم ۾ ويهي
دل جي ٽُڪرن،
احساس جي ڪوتن سڪن سان
هر سال آهيان ملهائيندو او ساٿي!
ويڇوڙي جي سالگره.



# جي پڇين مونکان

منهنجا محبوب!
جي پڇين مونکان
هجر جو وقت پيو ڪيئن ڪٽيان؟
نيڻن مان لڙڪ جا موتي سوئي
تنهنجي تو نانءَ جي مالها سوريان.
منهنجا محبوب!
جي پڇين مونکان
توکان ٿي دور پيو ڪيئن جيئان؟
ائين جيئن شمع منجهان
آخري ڪا ڇٽنگ ٻري،
۽ ڪنهن گل جي
جيئن آخري پتي ڪا ڇڻي.
ائين مان موت کان اڳ
آخري تو ساهه کڻان
۽ مري وڃڻ لاءِ روز پيو پل ڳڻيان.

☆☆☆☆

## بهارن کي چئجو!!

بهارن کي چئجو!
اسان جي اڱڻ تي
نہ ئي گل گلابي
نہ رابيل آهن.
انهيءَ لئہ اسان جي
اڱڻ تي نہ اچجو،
وڃي پلڪ کنهنجي
گلابي ڳلن تي
ها مُرڪون وِکيري
۽ مغرور کنهنجي
جذبن کي ڇيڙي
پنهنجي اچڻ جو پيغام ڏيجو.

بهارن کي چئجو
اچا ، ڪارا بادل
اسان جي اُجايل

۽ ويران اڱڻ تي
اچي ڪين ڪڏهين به برسائجو.
اهي ٽڏڙيون هيرون
۽ ٽڏڙيون ڦڙيون
ڪٿي دور وڃجو
۽ محلن تي وسجو
جتي شيشي درين مان
بيهي مهه جبينون
ڏسي پاڻي نيسر
پيون مرڪنديون
۽ نڪري اڱڻ تي
اچي ٽڙڳنديون.

بهارن کي چئجو
هي ويران گهر آ
هتي ڪجهه به ناهي
توهان کي هتي ڪونه
فائدو ڪو رسندو.
انهيءَ لئہ توهان يي
اتڙي ئي وڃجو
جتي ڪوڙ فائدو توهان لاءِ آهي.

اهڙو فائدو جنهن لئہ
اسان پنهنجو جيون
ويران ڪيو آ
اسان جنهن لئہ پنهنجي
خوشين جي مُوڙي
گِروي ڏِني هُئي،
اِنهي آسري تي
گهڻو وِياج مِلندو.
مگر پنهنجي مُوڙي وِڃائي ويٺاسين

بهارن کي چئجو
اسانکي توهان جي ضرورت ئي ناهي
اسان زرد پتا ڇڻ تي پيا هون
خزائن جا يار بڻجي ويا هون
اسان جي اڱڻ تي توهان پل نہ اچجو
بهارن کي چئجو.

☆☆☆☆

## ياد رکجو !

ياد رکجو!

نہ روئجو

پر سيئي مُرڪجو

ڳالهيون ڪجو

پيار جي رستي تي هلندي

پيار مُسافر ويو شهيد ٿي

۽ سيئي

مُنيون پِکوڙي

هم آواز

عشق زنده باد جو هڻجو نعرو

جيڪڏهن مان اوچتو ماريو وڃان

زهر ڏئي

يا وري

گوليءَ سان.

☆☆☆☆

## خواب سڙن

خواب، ٽانڊن تي سڙن

دل جون ڳليون سيءُ ٻرن

دَردُ دونهين جيان دُکي

جيئڻ ٿئي ناسور ٿئي

پوءِ ڪٻي ڇا زندگي؟

ٻن وِڇي ڪل بندگي

سيني ڪان پري ٽٻو

موت کي پنهنجو ڪبو.



## بيئر جهڙي ڇوڪري

تشو پيپر ۾ ويڙهيل
سنهڙي بوتل جهڙي ڇوڪر
توتي ڪنهنجي نگاهه نہ آهي
هرڪو وِسڪي ڳولهي تو
۽ مون وٽ جو ڪجهہ يي ناهي
اهڙي صورت ۾ جي مان
توکي پنهنجي سيني لايان
پنهنجن چپن تي آڻيان
ڇا تون مونلئہ ”بيئر“ ٿينديئن؟



## درد جي موسم

ڪاش! جو درد جي
مخصوص ڪا موسم هجي ها
جيئن اونهاري جي پُڇيان
سردُ پارا تا اچن
۽ بهارون تيون ورن
تيئن اسان جي زندگيءَ ۾
گوئنج خوشين جا ڦٽن ها
مکڙيون گل تي ڪڙن ها
۽ اسان جي چپن تي پي
مرڪ جا پرپٽ ويهن ها.

كاش ! اسان جي درد جي

موسم وجي ها اُلهي

چند ڏينهن لئہ سهي

ڇهري اسان جي مٿان

اُداسين جا گهرا بادل

كاش وڃن ها لهي

۽ اسان جي دل ڌرتيءَ تي

چنڊ كو روشن ڪِري ها

ٿيڙو ڪا َڪتي ڪِري ها

كاش! جو وڇوڙي پويان

ميلاپ جون بوندون وسن ها

۽ اوجتو كٿ اوِچتو ئي

اوِچتو ملي وڃون ها

هينئن نہ جانان!

ڏور هكبئي كان ُهجون ها

كاش ! جو تون چنڊ-

مان تارو ُهجان ها!

تنهنجي جهوليءَ ۾ ڪِڙان ها

پر هي ڏِسُ ! انسان تي ڦاٿا آهيون

انسان! جيكو پنهنجي هٿ لكير جو ئي قيدي آ.

☆☆☆☆

## نہ مرڪون سجن ٿيون

اسان جي چپن تي نہ مرڪون سجن ٿيون

اسان درد جو ڪوئي اُهڃاڻ آهيون

. اسان جو آ ٻچپن ڌاٻن ۾ گذريو

نہ رانديون ڪيونسين ،نہ خوش ٿي ڪلياسين

۽ آئي جواني تہ گذري ٻہ ويئي

پتو ئي نہ پيو!

جڻ ٻچپن ڪناري تان لُڙهندا اچي

پيريءَ جي پُڇڙ ڪناري پُڳاسين
رُڳو ياد ويرن جا ليڪا ٿا ڏسجن
اَها پهرين مُحبت ءِ اَن [illegible] ناڪامي
وري تيهارو دل لڳيءَ جون کهاڻيون
مڪر درد دل جو نه [illegible] سگهيو
ويتر به [illegible] وڌندو ويو
مرهم شاعريءَ جي به رکندا رهياسين
مڪر درد ڪينسر چڙهيو ڪين جانان!
هي ساڻ مونسان هلندو رهي ٿو.
ملينءَ تون ته هڪڙي پل لئه ڪلياسين
مڪر پوءِ جانان! اچي ياد ويو
[illegible] احجهه تو جهڙي
[illegible] ڪسه
وري مُرڪ جي سنهڙي حاصـ [illegible]
غمن جو وڏو پوسٽر ويو لڳي
تڏهن ٿي ته جانان! توکي چئون ٿا
اسان جي چپن تي نه مُرڪون سجن ٿيون
اسان کي ائين خوش رهڻ لئه نه چئه تون
اسان درد جو ڪوئي اهڃاڻ آهيون.



# مهه جبين

تون مونکان آهين دور ڪيئن مان چوان !؟
تنهنجي يادن جي خوشبوءِ تو محسوس ڪيان
منهنجي ڦڦڙن جي هر هڪ سوراخ ۾
ها تنهنجي سمايل آ سرهاڻ منڻي!
تنهنجي نالي وڃن منهنجي دل جون تندون
تنهنجي يادن جي سايي ۾ پيو تو جيئان
تنهنجو احساس مون لاءِ آ آب حيات
تون آهين سونهن ديوي ستارن جو سنهڙ
ماهه رش - مهه جبين
دلنشين او حسين!
تنهنجي سپنن کان ٻاهر جي نڪران تو مان
مون کي ايئن لڳي ٿار جيون آهي
مان سپنن جا جوبي ۽ سهڻا بکي
وڇوڙي جي مچ ۾ تو سڙندي ڏسان
مان به وڇوڙي جي أساٽ ۾ تو ٻران
پنهنجو وجود مونکي ائين تو لڳي
جڻ ته چاٻيءَ تي هلندڙ رانديڪو هان
جنهن جي چاٻي وئي اوچتو ٿي ختم
۽ جيون جو رانديڪو رڪجي ويو.



## اوچتي ئي اچين

تون سانوڻ جي رت جي ائن جيان

اوچتي ئي اچين

اوچتي ئي وڃين

نيڻ منهنجا تنهنجي پنڌيان او مني!

توکي ڳولهڻ لئه پو پٽڪندا تا رهن

ڪِينَ صفا تا مڙن

بي دپا - بي ڇيا

سچ ته مونسان هِنن ويل ڏاڍا ڪيا

هي ريشم جون َتندون پردا ٿيپي

ُتنهنجو ُپورو ُسڳنڌي پويتر بدن

ُچمن تا چپر سان ملائي چپر

مان ُگنهگار آهيان

سزاوار آهيان

مون کي منهنجي مِني! سزا هيءَ ڏي

پنهنجي دل جي ڪوليءَ ۾ ڪري قيد ڇڏ.



## وسري ويندينءَ

تنهنجو ضد آ توکي وساريان
يادون تنهنجون سڀ ڏکاريان
ها! مان ائين ڪري سگهان ٿو
پر ان لئہ هڪ شرط آ سائڻ!
سمنڊ سمورو وڃي سُڪي
صحرا نخلستان ٿئي
چنڊ روشني سڄ کي ڏئي
شبنم شام جو گل تي ڇٽي
ڪاغذ جا گل خوشبوءِ ڏين
ڇيرون سڀ اوسارا ڇوڻ
ٿوهر اوهيڙا تي پونِ
ماڪي اڪَ جو کير ٿئي
ٿوهن منجهان کنڊ نهي
پوئتي تي درياءُ وهي
اُلٽو سارو نظام ٿئي
ها !پوءِ مونکان وسري ويندينءَ
جانِ ! ڪڏهين ياد نہ ايندينءَ.



## نئين دؤر جي سُهڻي

نہ تو وٽ پيار هو مونلاءِ

نہ ئي ذڪار هُئي مونلاءِ

مون توسان پيار جو اِظهار ڪيو ،تو ليڪن

نہ ئي اقرار ڪيو

۽ نڪي انڪار ڪيو

تون مِنٽي ٿورو ڪِلي وئينءَ سوچ منجهہ ٻُڏي

۽ اوچتو ئي پيري ڇرڪ وئينءَ ساري لُڏي

ها! توڪي ڏم هُيو

شايد منهنجو غم بہ هُيو

ها سُهڻي! تون بہ هُئينءَ دؤر نئين جي سُهڻي.

هُوءَ سُهڻي! دؤر اڳئين جي هُئي لهرُن منجهہ لڙهي

تون سُهڻي ! دؤر نئين جي آن رسمن منجهہ لڙهي

هُن سُهڻي ڇڏي ڏم هُيو ميهر لاءِ [illegible]

تون مِنٽي! مونلاءِ پنهي [illegible] منهنجو غم [illegible]

[illegible]

## منهنجي ُهجين

تون جنهن کي چاهين ٿي،

سو تنهنجو ٿئي

تون به ٿئين اُن جي ِمني

اگر ائين نه ٿئي !

پوءِ سگهي!

منهنجي هيءَ دل ٿي ڪري ِضد اهو

تون فقط منهنجي ُهجين

منهنجي ُهجين

منهنجي ُهجين.

☆☆☆☆

## منهنجي شاعري

منهنجا ُکل خيال يتيم

۽ آ منهنجي شاعري ڇڻ ڪا بيوه

َهنِ جنهنجا هٿ ُبسا

ڇِٽ نٽس منديءَ جا

نٽس ڪي ُچوڙين جا رنگ

نہ جهنڪار اٿس

نڪوئي ِتلڪُ اٿس

چندٻ جهڙي ُمک متان بنديا جو

ها منهنجي شاعري!

ُسفيد وڳي ۾ ويڙهيل

ڇڻ تہ آهي راهبا ڪا

جيڪا نہ ڪنوار بڻي، ڳاڙهو وڳو نڪو پائي،

نڪوئي ڪارو وڳو پائي ڪو ڪيڏار. ٿي.

☆☆☆☆

## اڻايو شڪ

تون تہ اجايو اُداس ٿئين ٿي
۽ ها! مونتي شڪ ڪرين ٿي
توکي وساري ڪيئن سگهان ٿو؟
دل ڪا سائن بورڊ تہ ناهي
نہ ئي ها ڪنهن آفيسر جي
ڪمري ٻاهران ٽنگيل آهي
عُهدي واري نانءَ جي تختي
جنهن تان اڳيون نانءُ مٽائي
وري نئون ڪو نانءُ ٿو لکجي
دل جون ديوارون اي سائڻ!
اهڙيون نازڪ ٿينديون آهن
جن تان ڪوئي نانءُ مٽائ[illegible]
ڦٽ هڻ[illegible] ڏهرو ڪڍ[illegible] آ[illegible]
[illegible]
[illegible] سور جي [illegible]
خوشيون پڻ وڃائيبيون آهن
مُرڪون مُکَ تان ڳاهبيون آهن.

☆☆☆☆

شال امير سنڌي ٻوليءَ جو هڪ ذميوار شاعر آهي ، جيڪو هڪ طرف نظم، آزاد نظم توڙي ٽيڙو ۽ ڏيڍ سٽن جهڙين صنفن تي ٻه طبع آزمائي ڪري ٿو ته سنڌي شاعريءَ جي ڪلاسيڪل ورثي بيت ۽ وائيءَ جي وارثي ڪندي ٻه ڏسجي ٿو. سندس ٻولي نهايت سليس، عام فهم ۽ سُرلتا سان ڀرپُور آهي، بلاشڪ ته سندس شاعريءَ ۾ معياري شاعريءَ واريون سموريون خوبيون موجود آهن.

نور افشان شيخ

# وايون

☆☆☆☆

توسان پيار ڪيم
عبادت پوري ٿيم
مندر تنهنجو گهر مڃي
ديوي تو چيم
عبادت پوري ٿيم
تنهنجن رستن کان اڳي
قدم ڪونہ رڙهيم
عبادت پوري ٿيم
پنهنجن نيڻن ۾ رڳو
تنهنجا عڪس ڇنيم
عبادت پوري ٿيم
تنهنجون پڳل چوڙيون هي
سانايي ڏسُ رکيم
عبادت پوري ٿيم
من مٿان منهنجي مومل!
تنهنجو نانءُ لکيم
عبادت پوري ٿيم

☆☆☆☆

سرنهن ڦول ڦلارئا

اتر لڳو واءُ

آءُ هلي تون آءُ

آءٌ هان تنهنجي آسري

ڪنگو ٿارا ٿا لڏن

گهوٽ بڻيو جڻ لاءُ

آءُ هلي تون آءُ

آءٌ هان تنهنجي آسري

تارا آسمان تي ٽنگيل
چنڊ ڏئي ٿو ڇُهاءُ
آءُ هلي تون آءُ

آءُ هان تنهنجي آسري

مورن ناچ ڪيو ٿر تي
اُني آندو هُڳاءُ
آءُ هلي تون آءُ

آءُ هان تنهنجي آسري

پرينءَ پچاڻان منڊ جوآ
وڏي ته وِيڙو چاءُ
آءُ هلي تون آءُ

آءُ هان تنهنجي آسري

مرهمُ تي تون مونلئہ اچ
گهرو تي ويو گهاءُ
آءُ هلي تون آءُ

آءُ هان تنهنجي آسري

☆☆☆☆
☆☆☆
☆☆
☆



منهنجا نيڻ پرين!
بڻجي ها پنڇي.
توڏي اُڏري تا اچن
پوپٽ مُند بهار ۾
گلن هوندي يي.
توڏي اُڏري تا اچن
گيت سُرن جي روپ ۾
منهنجي او مني!
توڏي اُڏري تا اچن
منهنجي سوچ نگر مان
خيال ڪئي نڪري.
توڏي اُڏري تا اچن
وشال نندن مان منهنجي
سپنا پوئر تي.
توڏي اُڏري تا اچن

☆☆☆☆

مان ٿو گيت لکان،
سانوري سامهون.
ڏسي رهي آ
شايد گهٽو اڳ ۾ ،
گڏ رهيا هون.
ڏسي رهي آ
ٽانداٽو آ مون جيان ،
شايد بيگانو.
ڏسي رهي آ
خوابن ۾ سمنڊ تي ،
وٽندڙجڙ شامون.
ڏسي رهي آ

☆☆☆☆

مان تو منيءَ ڳل ڇمان،

۽ هوءَ چاندني!

کِلي رهي آ

ويهي انڊلٺ رنگ جي،

جوڙيان تو ڳاني.

۽ هوءَ چاندني!

کِلي رهي آ

برکا جي رُت آئي آ،

هاٺي تہ آني.

۽ هوءَ چاندني!

کِلي رهي آ

دل جي اُپ تي تنهنجي،

تصوير آ جاني.

۽ هوءَ چاندني!

کِلي رهي آ

[illegible] جا کائنات،

[illegible] تي [illegible]ني.

۽ هوءَ چاندني!

کِلي رهي آ

☆☆☆☆

منهنجن خيالن ۾
منهنجن خوابن ۾
تنهنجون تصويرون
ڪيسي رڪيل پرس جي
خفيا خانن ۾
تنهنجون تصويرون
در تي مون پوکيا جي
رابيل، گلابن ۾
تنهنجون تصويرون
منهنجي ڪورس ڪنيل
ڪُل ڪتابن ۾
تنهنجون تصويرون
مون جي سرجيا هنِ
گيتن گانن ۾
تنهنجون تصويرون
وشال شاعر جي
من ايوانن ۾
تنهنجون تصويرون

☆☆☆☆

مونکان پيار وٺي

جفائون ڏئي

هوءَ هلي وئي

غم جون ڇهري تي

ريکائون ڏئي

هوءَ هلي وئي

مونکي وڇوڙي جون

سزائون ڏئي

هوءَ هلي وئي

مان پيو پوڳيان تو

پيڙائون ڏئي

هوءَ هلي وئي

پنهنجي [illegible] سان

[illegible] ڏئي

هوءَ هلي وئي

مونکي يادن جون

مالهائون ڏئي

هوءَ هلي وئي

وشال لفظن کي

معنائون ڏئي

هوءَ هلي وئي



شايد ايندينءَ ڪونہ تون

مونڌي منهنجي مون

هاٽي وجان ٿو

تنهنجي درتي بينوُهيس

مان صبح لاڪون

هاٽي وجان ٿو

تولاءِ چڏي پويان مان

گيت، غزل، وايون

هاٽي وجان ٿو

تنهنجي يادن سان سيئي

ياد ايندين واٿون

هاٽي وجان ٿو

منهنجو جيون رات آ

تولئہ َهن باڪون

هاٽي وجان ٿو

جيون جون هي بہ گهڙيون

اوذر ُهون مليون

هاٽي وجان ٿو



تنهنجي وجڻ سان
رُسي اچ مونکان
شاعري هلئي وئي
پوپٽ پڪڙي هٿ مان
ڪٽي جو ڇڏيان
شاعري هلئي وئي
هوبهو آ تو جهڙي
مُنهنجن سپنن مان
شاعري هلئي وئي
روپ سُرن جو وٺي
اُڏري ورقن مان
شاعري هلئي وئي
خالي رستا ذهن جا
موتي اڏ وٽان
شاعري هلئي وئي
مونکي بہ وچڙو آهي
وشال جڳ منجهان
شاعري هلئي وئي

☆☆☆☆

ڏوري ٻه ٽي ڏينهن آ

موتي ڄڻ هو ايندو

ٻاري ٻه رکيا اٿم

نيڻن جا ڏيئا

موتي ڄڻ هو ايندو

سڄ ٻڏڻ تي آهه پوءِ

کهڙي ڳالهه پلا

موتي ڄڻ هو ايندو

ڄڻجي وارن ۾ ٽيندا

چانديءَ جا چلڪا

موتي ڄڻ هو ايندو

☆☆☆☆

تارن سان گڏجي

تولئہ نيڻ مٺي!

پيا جاڳن تا

جڏهن ڪان توکي ڏٺم

تڏهن ڪان وٺي

تولئہ نيڻ مٺي!

پيا جاڳن تا

مون آ دل ديوار تي

صُورت تو چِٽي

تولئہ نيڻ مٺي!

پيا جاڳن تا

هڪڙي تو ڏني حڪم

منهنجي اهين سڪم

تولئہ نيڻ مٺي!

پيا جاڳن تا

گوئنج هي پاري ساڙيا

موسم آهہ مَٺي

تولئہ نيڻ مٺي!

پيا جاڳن تا



رُولاڪ منهنجا مون جيان
سپنا رُلن ٿا
اٽڪي وارن ڇڳ ۾
ڳاڙها ٻيلا گل ڪيئن
جُهومن نچن ٿا
اٽڪي وارن ڇڳ ۾
ڀَڏر وينو مان ڏسان
تارا ٽمڪن ٿا
اٽڪي وارن ڇڳ ۾
ڇڻ تہ چانديءَ جا سڳا
پيا ڇِمڪن ٿا
اٽڪي وارن ڇڳ ۾
وشال گيت ڇپن جا
رستا ڇُمن ٿا
اٽڪي وارن ڇڳ ۾

جيون - رات سفر
مونسان ڪو تہ هلي
تنهائي ڏانئڻ آهي
آءُ ڳوليان ٿو ڪٿان
ڪنهنجو ساٿ ملي
مونسان ڪو تہ هلي
تنهائي ڏانئڻ آهي
راهہ ۾ ٿئي راهبر ءَ
سختيون سُور سلي
مونسان ڪو تہ هلي
تنهائي ڏانئڻ آهي
پاڇولو ٿي بس ٿئي
پل نہ لائي ڳلي
مونسان ڪو تہ هلي
تنهائي ڏانئڻ آهي
شل نہ ڇوڙي آڳ ۾
منهنجي جان جلي
مونسان ڪو تہ هلي
تنهائي ڏانئڻ آهي
مون وٽ ديپڪ راڳ هن
وشال ناهي ٻالي
مونسان ڪو تہ هلي
تنهائي ڏانئڻ آهي

☆☆☆☆

هاڻي گيتن ۾
پوئي پيڙائون
آئون هليو ويندس
آس جي بدلي ۾
ڪٺي نراسائون
آئون هليو ويندس
سُک جي پاڇولي
ڪونہ ڏنيون لائون
آئون هليو ويندس
موت نہ بخشيندو آ
گهر نہ دُعائون
آئون هليو ويندس
وشال راتين جون
يادن مالهائون
پوئي پيڙائون
آئون هليو ويندس

☆☆☆☆

تنهنجي يادن آ کسي
ننڊ اڃي ئي نٿي
آءُ جاڳان ٿو پرين
پيار تنهنجو قرض آ
وچ سو مونکان وٺي
ننڊ اڃي ئي نٿي
آءُ جاڳان ٿو پرين
حسن ۾ آن ُحور ڪا
پيار جي ديوي سکي
ننڊ اڃي ئي نٿي
آءُ جاڳان ٿو پرين
باک وٺي آهي ڦٽي
صبح جا ٻولن پکي
ننڊ اڃي ئي نٿي
آءُ جاڳان ٿو پرين
تون نٿي ڄاڻين تہ مون
ڪيتري پيڙا سَني
ننڊ اڃي ئي نٿي
آءُ جاڳان ٿو پرين



تنهنجي نيڻن مان ڇڻ
باک ڦٽندي آ

منهنجي محبوبا!

تنهنجا فوٽو تو جيان
سُندر لڳن ٿا

منهنجي محبوبا!

منهنجي پوِترِ پيار جي
تون ئي انتها

منهنجي محبوب؛

ڪيڏي من کي وڻندي آ
تنهنجي چنچلتا

منهنجي محبوبا!

تنهنجي خاموشيءَ پويان
لڪيل آهي ڇا؟

منهنجي محبوبا!

☆☆☆☆

نہ ٿي مومل تون

نہ مان ساڳيو مينڌرو

رشتا روحن جا ڳنڍيل

ظاهر ۾ دُوريون

نہ مان ساڳيو مينڌرو

تولئہ سارا گيت هي

لکيا آهن مون

نہ مان ساڳيو مينڌرو

چنڊ آ گرهڻ ۾ وتو

ڇون هي ڪتيون

نہ مان ساڳيو مينڌرو

هٿ تي تنهنجو نانءُ آ

جيون ريکائون

نہ ٿي مومل تون

نہ مان ساڳيو مينڌرو



چوڪري خيالن ۾
گم سم ويٺي آ
ڪوڪ چئي ويس لِڪي
ڪوئي ڪتابن ۾
گم سم ويٺي آ
هيل بہ ٽڙي ناهي چو
مُکڙي بهارن ۾
گم سم ويٺي آ
خاصا اچا پيا اٿس
ڪارن وارن ۾
گم سم ويٺي آ
جوين ٿي نڪري ويو
انتظارن ۾
گم سم ويٺي آ
قاتل ڇڻ اجان آهي
ڪن سوالن ۾
گم سم ويٺي آ
ڪيئن آ فيل ٿي وئي
يا ڳڻ حسابن ۾
گم سم ويٺي آ
هوءَ نہ چنڊ بڻي آهي
وشال تارن ۾
گم سم ويٺي آ

☆☆☆☆

رات مون ڏٺو

يٽائي روئي پيو

ڪلاچيءَ جي ماڳ ۾

ڪوئي جو ڪُنو

يٽائي روئي پيو

آڳريون ڪپجي پيس

تنبورو ٽٽو

يٽائي روئي پيو

سنڌ جو نقشو ڏسي

زارو زار هيو

يٽائي روئي پيو

سسئي تي واڪا ڪيا

مونسان هلندو ڪو

يٽائي روئي پيو

سهڻيءَ جي هٿ ۾ ڏسي

ڪچو هڪ گهڙو

يٽائي روئي پيو

مونسان ڪچهري ڪندي

الائي جي ڇو

يٽائي روئي پيو

سچل ساري رات

ويٺي ِ هي سوچيو

ڪڏهن منهنجي ماڳ تي

ڦٽندي ڪا پربات

سچل ساري رات

ويٺي ِ هي سوچيو

محبت ئي مذهب منهنجو

آهي منهنجي ذات

سچل ساري رات

ويٺي ِ هي سوچيو

سِرُ پئي ڪيئن مگي تي

حق جي هڪڙي بات

سچل ساري رات

ويٺي ِ هي سوچيو

جيڪر وٺي بيو جنم

ڪوڙن ڏيان مات

سچل ساري رات

ويٺي ِ هي سوچيو

سامي پيچن چڻ ڪٽي

پکي لنون لات

سچل ساري رات

ويٺي ِ هي سوچيو

يادن جو سرطان ڏئي
لھي ڳاڏيءَ مان

چوکري ويئي ھلي

نيڻن اشارا ڪري
ٽِري دل مونکان
لھي ڳاڏيءَ مان

چوکري ويئي ھلي

سانوري سُندر ھئي
مونالیزا کان
لھي ڳاڏيءَ مان

چوکري ويئي ھلي

پوک گلابن تي لڳي
ڳاڙھي گھگھي سان
لھي ڳاڏيءَ مان

چوکري ويئي ھلي

سرمايو يادن جو آ
وايون ،گيـ [illegible] ء مان
لھي ڳاڏيءَ مان

چوکري ويئي ھلي

چنڊ آ اُداس تي پڇيو
وشال تارن کان
لھي ڳاڏيءَ مان

چوکري ويئي ھلي

☆☆☆☆

استيشن تي اوچتو
گاڏي جو آئي
ساري سونهن ڪٺي ٿي وئي
گلن ڪان خوشبوءِ ڦري
سُندري ڪائي
ساري سونهن ڪٺي ٿي وئي
پني متان چپ چٽي
لِکي ڇڻ وائي
ساري سونهن ڪٺي ٿي وئي
چند بہ شرمائجي ويو
هوءَ جڏهن آئي
ساري سونهن ڪٺي ٿي وئي
جنهن بہ ھُنڪي تي ڏٺو
رڙ نڪتس هائي
ساري سونهن ڪٺي ٿي وئي
منهنجي جوڀن جي بہ ها
ڇوڪري سا ئي
ساري سونهن ڪٺي ٿي وئي

جوڀن رنگن جو
سچ لهي ويو آ
ڪيڏا جذبا ها
سارن جذبن جو
سچ لهي ويو آ
وار هي چاندي ٿيا
ڪارن وارن جو
سچ لهي ويو آ
ساري رات ٿميا
هاءِ نيڻن جو
سچ لهي ويو آ
توسان گڏ گهاريل
سُندر پلن جو
سچ لهي ويو آ
ٽوپي پُرزا ڪيا
منهنجن خطن جو
سچ لهي ويو آ
لکندي ڏکن تا
شاعر هٿن جو
سچ لهي ويو آ
ڪنهنجي ڇهري سي
نشان ڪهنجن جو
سچ لهي ويو آ

☆☆☆☆

ڏرتي بهشت جيان
لڳي ٿي سڪي
تنهنجي پاڙي ۾
خوشبوءِ ڦهليل آهي ڏس
تنهنجي پڳهر جي
تنهنجي پاڙي ۾
منهنجي پريم سفر جي
وڃي راهه ڪٿي
تنهنجي پاڙي ۾
مونکي ڇڪي ٿا اچن
منهنجا گيت مٺي
تنهنجي پاڙي ۾
نيڻن ڪينجهر مان تنهنجي
آهي پاڪ ڦٿي
تنهنجي پاڙي ۾
چنڊ بہ چاندوڪي توکان
چڙ اوڌر ورتي
تنهنجي پاڙي ۾
مُقدس پاڻئي تو ڄمان
ڪٿي دز مٺي
تنهنجي پاڙي ۾

☆☆☆☆

منهنجي ڪمري جي
در ديوارن تان
دز اڏاري ڪير؟
سيني فريم ٿيل
منهنجي فوٽن تان
دز اڏاري ڪير؟
ڪليل ڊائريءَ جي
لکيل ورقن تان
دز اڏاري ڪير؟
ٽيبل تي سجيل
ٻُڪ ڪتابن تان
دز اڏاري ڪير؟
مون وٽ چند رکيل
خط لفافن تان
دز اڏاري ڪير؟



گلن جا تحفا
پارسل ڪري
توڏي ٿو موڪليان
لڙڪ سينٽ جي
شيشيءَ ۾ ڀري
توڏي ٿو موڪليان
تولئه مُرڪون سڀ
پُوندي ۾ سوئي
توڏي ٿو موڪليان
خط ۾ لفظن جون
مالهائون پوئي
توڏي ٿو موڪليان
تنهنجا هي پوٽريٽ
ٿورا رنگ ڀري
توڏي ٿو موڪليان

☆☆☆☆

منهنجي نيڻ نهار

توکي ٿي ڳولي

مُکڙيون ٽيڙي وئي آهي

هيءَ ڄا مند بهار

توکي ٿي ڳولي

ڪاٿي آهين او منٺي ؟!

ڪنهنجي تہ پڪار

توکي ٿي ڳولي

سونهن ديوين جي آهي

ڪيڏي ڏس قطار

توکي ٿي ڳولي

وشال يادن جاآهن

مٿان ڇڙ ڪي ڄار

منهنجي نيڻ نهار

توکي ٿي ڳولي



تنهنجن نيڻن مان

پيار تو ظاهر ٿئي

ڏندين پِڪوڙين پئي

ڳاڙهن چپڙن مان

پيار تو ظاهر ٿئي

توڏي جيڪي مون مُڪا

سانديل خطن مان

پيار تو ظاهر ٿئي

ڳالهائڻ چاهين پيئي

اٽڪيل لفظن مان

پيار تو ظاهر ٿئي

شرمائي ڊِڪي وڃين

موتي ڏندن مان

پيار تو ظاهر ٿئي

وشال جيڪي هَنِ لکيا

غزل بندن مان

پيار تو ظاهر ٿئي.



مونکان سڀ تحفا

واپس وٺي وڃ

ھنجي پيرن جي ھڻي

ميڙيم مٽي سا

واپس وٺي وڃ

ھنجا مونکي ھي ڏني

مندي -واچ اھا

واپس وٺي وڃ

مون وٽ جيڪا ھي رکيل

ھنجي تصوير سا

واپس وٺي وڃ

ڪونہ صفا تئين ڇڏي

چوڙي پڳل ڪا

واپس وٺي وڃ

سارا پنھنجا پوسٽ ڪيل

خط ۽ لفافا

واپس وٺي وڃ

ماڻھن چوڻ تي لڳي

مونکان تي خفا

مونکان سڀ تحفا

واپس وٺي وڃ

☆☆☆☆

تاج محل پرين

سندر سپنن جو

ٽُٽي پيو آهي

توسان ڳنڍيل جو هُيو

پيار جو رشتو

ٽُٽي پيو آهي

چنڊ تي ڪيئن پهچي؟

پَرُ چڪور جو

ٽُٽي پيو آهي

توسان ملان تہ ڪيئن؟

منهنجو حوصلو

ٽُٽي پيو آهي

سُهڻي ٻُڏي تي پئي

ڪچو ٿس دِلو

ٽُٽي پيو آهي

شاعر هٿن منجهہ اڄ

قلم الائي ڇو!

ٽُٽي پيو آهي

وشال ڏس تہ سهي!

تنهنجي وئي ڪانپو

ٽُٽي پيو آهي



جي ساري جڳ ۾ گونجن ٿا

سي گيت امر ٿي ويندا هنِ

جنهن غزل ۾ سُندر ديويءَ جا

سينگار فضا ۾ جرڪن ٿا

سي گيت امر ٿي ويندا هنِ

ڪنهن قوم سُتل جا سڀ ماڻهو

جنهن سُرَ سُهڻي تي ڇرڪن ٿا

سي گيت امر ٿي ويندا هنِ

وشال نظم ڪيئي ٿا جُڙن

۽ جيرا، گردا ڇرڪن ٿا

سي گيت امر ٿي ويندا هنِ

☆☆☆☆

تاسي ٽر جيئان

آءُ اجارو آهيان

تنهنجي چيڙن مان مٺي!

ڇا مان مٺ پيئان؟

آءُ اجارو آهيان

مُرڪون مونکان ٿي گهرين

ڪِتان توکي ڏيان؟

آءُ اجارو آهيان

سنڌو مون ۾ پلئجي

ساگر شل ٿيان

آءُ اجارو آهيان



اُڏري مان ويندس

آخر نيري اُپ تي

تنهنجي موهيڙن جهڙي

ماڪ وچي تيندس

آخر نيري اپ تي

روشن تارن جي مٿان

پوپٽ ٿي ڦرندس

آخر ي اُپ تي

چانڊني ڪرڻن سان مان

توکي پيو چُمندس

آخر نيري اُپ تي

اندلٺ رنگ ڪٺي مني!

تحفا تو ڏيندس

آخر نيري اُپ تي

وشال سوچون، سپنا، مان

انهن ۾ جيئندس

آخر نيري اُپ تي



پرين تنهنجي در

عاشقي رُلائي ٿي

توسان پيار ڪري

آهيون دربدر

عاشقي رُلائي ٿي

ڳوڙها تنهنجي ياد ۾

ڳاڙيون هر پهر

عاشقي رُلائي ٿي

تنهائي جو ديوُ آ

وينل منهنجي گهر

عاشقي رُلائي ٿي

چنڊ نہ چاهيان ٿو!

رُڳو پنهنجو ڪر

عاشقي رُلائي ٿي



جيون جي آڪاس تان
ڳُم ٿي ويندسُ آنءُ
جڻ مان سجُ آهيان
شام ٿيڻ سان
ڳُم ٿي ويندسُ آنءُ
ماڪ ڦڙي جيان او سڪي!
اڳ ۾ گلن کان
ڳُم ٿي ويندسُ آنءُ
يادن جا سايا پرين
بس هوندا توسان
ڳُم ٿي ويندسُ آنءُ



نندڙي چنڊ جيان
منهنجي آڳر تي هجين
ٽئگور تي گيتانجلي
توکي آءٌ ڏيان
منهنجي آڱر تي هجين
تون ڪائي خوشبو آهين
پوپٽ آئون ٿيان
منهنجي آڱر تي هجين
چانڊوڪي ۾ اوتي ڏئين
ويهي مڌ پيان
منهنجي آڱر تي هجين
تنهنجي وارن ڇانو ۾
پيو شل جيئان
منهنجي آڱر تي هجين



يادن جي آڪاس تي

اُپرين روز پيو

ها تون چنڊ آهين

توسان ڪيئن پُڄان؟

ننڍڙو آئون ڏِيو

ها تون چنڊ آهين

تون جو آئين ڳوٺ ۾

روشن ڳوٺ ٿيو

ها تون چنڊ آهين

[illegible] اکيون

[illegible]

ها تون چنڊ آهين

ڪيڙي رُڃ رابيل جهڙ
منهنجي منڙي آس
مونکي جيئارين پئي
جيون جهاڳي جُهورڻيمُ
تَبنهِ سونهن جي پياس
مونکي جيئارين پئي
نيٺ تہ تون منهنجي ٿيندينءَ
جاڳڻ ٿا احساس
مونکي جيئارين پئي
آهن جاڳ ۽ خواب ۾
تُنهنجا مون ۾ واس
مونکي جيئارين پئي

ايم اي سنڌي جي امتحانن لاءِ اڳواٽ تياري ڪرڻ دوران منهنجي پيءُ ڪتاب "نشانا چپن جا" ڏيندي چيو ته سنڌي شاعريءَ جي حوالي سان بهترين ڪتاب اٿئي، جنهن بعد اهو ڪتاب منهنجي بُڪ شيلف جو حصو ته بڻجي ئي ويو ، پرمونکي اهو به انتظار رهڻ لڳو ته ڪڏهن ٿو وري اُنهن شاعر جو ٻيو ڪتاب اچي جنهن شاعر ڪي شايد لفظن جي ضرورت انلاءِ نه پوندي هُوندي جو يقينن لفظ خود ان لاءِ آتا رهندا هُوندا ته ڪڏهن ٿو وشال امير ڪين ڪاغذي ڪينواس تي وکيري لفظن مالهائون پوئي،چو ته لفظن ڪي سِٽن جي قيد ۾ جڪڙڻ وارا ته ڪوڙ هُوندا، پر وشال امير جيڪو ڪو هندو نوجوان نه بلڪ حقيقتن هڪ مسلمان يعني امير بخش ابڙو آهي. جهڙا وشال ذهن رکندڙ گهٽ ئي آهن. سچ پچ ته وشال امير جي دل جهڙي سُٺري آهي تهڙي ئي سندس شاعري پڻ خوبصورت آهي.

**بينظير شاھ**

## نيڙو/ هائيڪا/ ڏيڍ سٽا

سپنا سانديندي
پوڙها ٿي نہ وڃئون
توکي سارِيندي
☆☆☆☆
تنها بند ڪمرو
ڊيچاري تو گوريءَ کي
ڇت پر وينل چمڙو.
☆☆☆☆
پڙهندي ڪو ڪتاب
ڪنهن لاءِ رني آهين؟
ڇوري بي حساب.
☆☆☆☆
اظهار ڪيم توسان
هي جيون سنوري ويو
جو پيار ڪيم توسان.
☆☆☆☆
ڇوري اٺ جيڏي
ننڍڙي ٽنڊڻ کان آ
ڇرڪي وئي ڪيڏي.
☆☆☆☆

صليبن ٽنگيل
سوچون منهنجون ساريون
نانگن کان ڏنگيل.

☆☆☆☆

ڇاتيون بہ پئي ڇلڪيس
ڇوريءَ تي ڪيون الٿيون
ڪيڏو تہ بخار هيس

☆☆☆☆

وشال ڌرتيءَ تي
ڪيڏا ڪندا هن
ميڙڻ ڇاهيان جي

☆☆☆☆

ڇڻ رت ڦوهارا ها
۽ وڪريل ڪٽ جي مٿان
ڪي وار بہ ڪارا ها

☆☆☆☆

ڪلهہ گڏ اسان ٻئي
اڄ تنهنجي جدائي ڇو
ها زخم ڏئي پئي

☆☆☆☆

پريل ڳاڙھو چولو
ڏئين پئي تون مني!
دِلين کي رولو
☆☆☆☆

تون مونکان نتي وِسرين
ڪو زخم نئون بڻجي ٿي
ھر روز پئي نسرين
☆☆☆☆

مون توکي چاھيو ھو
پر منھنجي جانان تو
محلن ڏي ڪاھيو ھو
☆☆☆☆

اڏري جو ويندس
ھا!ڏور ستارن جو وچي
ساٿي مان ٿيندس
☆☆☆☆

اڄ رات اتي ويهي

تارن کي ڳڻيان ٿو مان

سڄي رات رهي ويٺي

☆☆☆☆

خواهش ٿي اڃائي آ

تارن جي چمڪ جي پيي

ڪنهن ڪئي چريائي آ

☆☆☆☆

چپ چنڊ جو اڄ چاپو

۽ لال ڳٽا هي ٿئي

الله جو هن نياپو

☆☆☆☆

تون روح آهين منهنجو

هي جسم ڀلي ٻه ٿيا

مان روح آهيان تنهنجو

☆☆☆☆

چالاڪ تون روئين ٿي

ڪجهه ڏيان تہ ڏر ڇوري

اٿو پئي ڳوهين ٿي

☆☆☆☆

ڪنهن لئہ منتظر

ڪونڙي بئراج ۾

هوٽل المنظر

☆☆☆☆

خالي ڇڻ اکر

جن ڪي نقطو هڪ نہ

ڦٽپاٿ تي گهر

☆☆☆☆

ڪانئر نہ ڇٽيئہ

پنهنجي ساهہ سرير ڪي

باگهي ٻن ڏنئہ

☆☆☆☆

وهي ٻاراڻي
دليري ڪيڏي ڪيئي!
هيمون ڪالاڻي

☆☆☆☆

دريا خان دولهه
ڏرتيءَ نه ڇڏيا وري
توجهڙا سورهه

☆☆☆☆

سومرا دودا
ڀنگ پي وينا آهن
توکان پوءِ جوڌا

☆☆☆☆

اڙي او يونگر
ڌرتيءَ وڪوڙي ويا
چوڌاري ڏونگر

☆☆☆☆

اڄوڪا راڻا

مومل وڪڻي تي ويا

ڌرتيءَ ڌڪاڻا

☆☆☆☆

او راجا ڏاهر

تو پڇاڻان ويا سڙي

سنڌين سنڌ ۽ گهر

☆☆☆☆

او هوشو جرنيل

ڪيڏو توکي ساريو آ

تنهنجي ڌرتيءَ هيل

☆☆☆☆

روپلا ڪولهي

توکي سڏي تي پئي

ٿرِ جي ٻولي

☆☆☆☆

اڙي چام نظام
تنهنجي وئي ڪانپوءِ ٽيا
ابتا ڪل نظام
☆☆☆☆
بارش ۾ ٽڙڳڻ، ڪاغذ ڪشتيءَ پويان
ٻارن جو ڊوڙڻ
☆☆☆☆
نيسر وٽ پڳي، ڪاغذ جي ڪشتي
اتي وئي ٻڏي
☆☆☆☆
بارش ڪي مستي، منهن ، ڪچا گهر ۽
اجڙي ٿي بستي
☆☆☆☆
هي پيار مهراڻ آهي، انسان جي اوگهڙ تي
جڻ ڪوئي پهراڻ آهي
☆☆☆☆
تون چنڊ جيان آهين، مان ٻار آهيان جڻ ڪو
وس منهنجي ۾ ناهين
☆☆☆☆

پردو نہ هٽاءِ پنهنجو، تي آڳ لڳي مَن کي
ڪجهہ خيال تہ ڪر منهنجو

☆☆☆☆

تو ياد ڪيو هوندو ،تو آڏو جو منهنجو
ڪنهن نانءُ ڪنيو هوندو

☆☆☆☆

پرڏيهہ هلي ويندينءَ، هر وقت اتان مونڏي
خيالن ۾ هلي ايندينءَ

☆☆☆☆

خط منهنجا جو پڙهندينءَ، پڪ ياد ڪري مونکي
تون جانان پئي ڪڙهندينءَ

☆☆☆☆

هٿ ميندي رتل هوندئي، تون ڪنوار جڏهن ٿيندينءَ
سچ ياد منهنجي ايندئي

☆☆☆☆

ڪونہ تي ڇاٽين مني، يوڪليپٽس جا گل يي
مهڪن تا توکي ڏسي

☆☆☆☆

ڪَيا عُمر ڪيڏا ڏوڪا، وارن مان اچاڻ اِجهو
پائي تي پئي لِياڪا

☆☆☆☆

جهڙوڪ چانديءَ جرڪو، وارن ۾ ڪيو آهي

اڇاڻ اچي ڪڙڪو

☆☆☆☆

سچ تي نہ وڃئون پوڙها، تون چوري اچ هاڻي

لتاڙي سيئي لوڙها

☆☆☆☆

او موهن جي ڏرتي، هيءَ تنهنجي ۽ منهنجي

ڏس مونکي ملي سرتي

☆☆☆☆

وڇوڙو ويراڳ، آءُ ٻران تو پيو

ٻڌجي ديپڪ راڳ

☆☆☆☆

ڪو تارو رات ڪريو، ۽ تنهنجي نڪ ٻولي تي

آ تو ۾ اٽڪي پيو

☆☆☆☆

جيئن ڪاوا ٽانڪي تي، تيئن پيار پوئي من ۾

پئي مونکي آچي تي.

☆☆☆☆

اڄ ننڊڙا ٻار ٿيئون، ڪو تارو ڇاڻ ڪريو

اڄ جهول جهلي بيهئون

☆☆☆☆

ٻار جڏهن ناهيئون،چنڊ اسان جو ُهجي

ٻوءِ بہ ڇو ڇاهيئون؟

☆☆☆☆

ٻارن جيئن آهيون،چنڊ سان ڪيڏڻ ٿا

اسان ٻي ڇاهيون

☆☆☆☆

ڪا آس نہ ُپوري ٿي، هر خواب سڙي ويو ءِ

هر رات آ ڪوري ٿي

☆☆☆☆

ڏوري بہ تہ ڏوري آ، پئي دل کي جلائي ٿي

ڇڻ ٻاهہ جي ڪوري آ

☆☆☆☆

ڇڻ ڪي ٻار آهيون،ضد جي گهوڙي ٿي

ٻئي سوار آهيون

☆☆☆☆

منهنجي پريميڪا، توڪي پڙهان وينو
آهين چڻ گيتا.

☆☆☆☆

قول قلارئا َهنِ، ڪنهنجا نيڻ وري
ٿيا نيسارا َهنِ

☆☆☆☆

شاعريءَ جا پنڇي، ڪڏهن ڪبوتر ۽
ڪڏهن هن ڪٽڇي

☆☆☆☆

يَتڪيل چارن تي، نظر رُلي ڪنهنجا
پهتا تارن تي.

☆☆☆☆

لهرون پاڻيءَ ۾، َسوَ ڪهاڻيون هن
هڪ ڪهاڻيءَ ۾.

☆☆☆☆

ڪنهنجي لاءِ جيئون، بهتر اهو آهي تہ

ڪوڙو زهر پيئون

☆☆☆☆

جيون ٻيو ڇاهي، ڦلو آ سگريٽ جو

وسڻو جو آهي

☆☆☆☆

توکي وسارڻ جي، ڪوشش مان تہ ڪيان

پاڻ کي مارڻ جي

☆☆☆☆

ڪوڙو نڪتو پيار، وڪري پُرزا ٿي ويو

سپنن جو سنسار

☆☆☆☆

فقط منهنجو ٿئيم، صدقو گهرجي ڪونہ تو

خالص پيار ڏئيم

☆☆☆

سنڌي ٻوليءَ جي نامياري نقاد سائين الهداد ٻوهيي جو خيال آهي تہ بهترين شعر اهوئي ٿي سگهي ٿو،جنهن ۾ شاعر جو پنهنجو تجربو سمايل هُجي،۽ شاعر جو اِيياس تڏهن ئي ڪارائتو ٿي سگهي ٿو جڏهن اڪين سان گڏ گهڻ پارا مشاهدا ڪندو هُجي.شاعر وشال امير جي شعري جائزي مان بہ اها پروڙ پوي ٿي تہ منجهس مشاهدي جي ڪمي ناهي تڏهن تہ هُو ڪلاسيڪل صنف بيت سان بہ بهتر نياءُ ڪرڻ ڄاڻي ٿو. ۽ هُو هڪ بهترين شاعر سان گڏ بهترين انسان بہ آهي، جنهن ڪري دعا آهي تہ ڏاڍي پاڪ ڌل هميشہ سندس اندر جي شاعر سميت سندس انهيءَ اوجاڳيل انسان کي جيئرو رکي (آمين).

نصرت پنهور

## ڇوڙ نا/دوها (بيت)

☆☆☆☆

تون جا مُنهنجي سنڌڙي! تو ۾ مُنهنجو ساهه،
ها ها! اهو چاهه، رهندو ڏينهن قيام تئين.

☆☆☆☆

گيت هي ڪسارا، منهنجا هن سارا،
ڪنهنجا سوپارا، آهن چند ليڪا پرين!

☆☆☆☆

جاڳيل نيٽن ۾ ، سپنا سِرجيان ٿو،
توکي ارپيان ٿو ، جيون ڪُل منهنجي منهي!

☆☆☆☆

ڪوري ڪاغذ تي ، رتيل آڱرين سان،
مان ٿو گيت لکان ، سونهن تنهنجيءَ تي اي سکي!

☆☆☆☆

ڪوي ڪاڳر تي ، لفظ وکيري جيئن،
منهنجا سپنا تيئن ، وکري ويندا او پرين!

☆☆☆☆

مڪليءَ مزارون ، اُجڙيل آهن جيئن،
ها ها هوبهو تيئن ، منهنجو گهر آهي پرين!

☆☆☆☆

ڏاڍا ٿهڪ ڏئي . اڄ ته ماڻ ڪلڻون،
شايد ڪين ملڻون ڏار تيڻ ڪان پو مني!

☆☆☆☆

شهر ويندس اڏري ، سوچيم پنڇي ٿي،
ڳوناٽي چوري ، پر منهنجا پَر پڇي وئي.

☆☆☆☆

سوچيم پئي شهر ڏي ، اڏري ماڻ وڃان،
شهري ڇوڪرين جي ، وڃي سونهن پسان،
اڄان جو سنيران ته هوش هليو ويو ڳوٺ ۾.

☆☆☆☆

سيئي شهر رڃڻ جا- بند ٿيا حيلا ،
منهنجي مسيحا، ٿي ڳوناٽي ڇرڪري.

☆☆☆☆

سرنهن جي ڦولار ۽ ڳوناٽي ڇوڪريءَ
مٿان منهنجي ڄار وڃهي ورتا سونهن جا.

☆☆☆☆

گيت ڪي گوليون بم، گيت ڪيئي رابيل
ماتر يومي هيل، توکي اريبون ٿو وڃان.

☆☆☆☆

آهي ساڍ بيلو، سنڌوءَ وچ ۾ جيئن
تنهنجي ڳل تي تيئن، لڳي ۾ تر ڪارو مني!

☆☆☆☆

ڪري تيل قليل، مون وٽ جو آئي
مونڪان ڏس وائي، سرجي ويئي سونهن لئه

☆☆☆☆

ٻڌان پيو ته هيل ، مونلئه بيٺي آ
ڪري تيل قليل ، ڇوڪر پنهنجي در تي

☆☆☆☆

پڳس بيٺي آئون ،وسندا رهيا مينهن
بالڪپڻ جا ڏينهن، نيٽين اُڀريا عڪس تي

☆☆☆☆

ويندي بار اسڪول ڏي، بيٺو ڏسان آنءُ
سڪي منهنجو هيانءُ، ساري ننڍپڻ ڏينهڙا

☆☆☆☆

ڪلاس روم ۾ ڊيسڪ تي، ويٺو چڻ آهيان
ڊرائنگ بُڪ ۾ ڪيئي پيو شڪليون ٺو ناهيان
ها ها ٺو ياڻيان ، ڪلهه ڪي اڄ جي روپ ۾

☆☆☆☆

ڪيمسٽري ،فزڪس ۽ مئٿ جا حساب

ٻيا منهنجا خواب،حل نہ ٿيا مونکان ڪڏهن

☆☆☆☆

فزڪس جا حساب تہ ،هرگز نہ آيا

مون مٿان ڇايا، هرپل رهي شاعري

☆☆☆☆

اسپيلنگ ورڊ جي نہ ڪڏهن مون آئي

مارون ڪيئي کائي ،تڏهن ٻي پڙهندو رهيم.

☆☆☆☆

ت سان چيم تسليم ، پ سان مونکي پيار

آهيان آنءُ تيار،ڪٽي پٽر هٽو دوستو!

☆☆☆☆

ڪيڏي سندر رات ، چاندوڪيءَ چلڪو،

تارن جو رلڪو،جڻ وڇايل آڪاش تي.

☆☆☆☆

تنهنجو سات مني! ، چاندوڪيءَ احساس،

آهي وڇوڙو نياس ، شل نہ تنگجان ان تي.

☆☆☆☆

الف اڪيلو آنءُ ، هيڏن ماڻهن وچ ۾ ،
ڇڄي منهنجو هنيانءُ، سوچي چنڊ نہ ناهيان.

☆☆☆☆

تارا تا چنڊ ڪي ، ڪيڏي سونهن ڏين
پَيا تا ٿين ، باراتي هر رات جو.

☆☆☆☆

جوين-بالڪپڻ جون ، ياد اچن ڳالهيون،
پريل چڙهن ٿالهيون ، چمڪن موتي سج تي.

☆☆☆☆

نيڻن جي اسڪرين تي ، شڪليون اُڀرن ٿيون،
ننڍپڻ کان روانيند تي،گهڙيون گذرن ٿيون،
اسڪول کان ڪاليج تائين،اچي نڪرن ٿيون،
مُور نہ وسرن ٿيون،ڳالهيون پيڙا پيار جون.

☆☆☆☆

جوانيءَ جي رُت کان اڳتي وڌون ٿا،
پيا ڏسون ٿا،پيري پنڌ آ موت جو.

☆☆☆☆

لچي پُچي رات جو شاعر لکن تا،
جڏهن لڏن تا ، ڏاڙهون پچي ڏات جا.

☆☆☆☆

ماڻهو شڪل شبيهه ۾،آهي هونئن آسان
هُنجا سپنا سادڙا،پر! ڏکيا جيئن آسمان
سپنن ئي انسان،مشڪل ڪيو آ سمجهه ڪان

☆☆☆☆

قلم کڻي دوستو، امن لئہ سوچيو،
ذهنن ۾ پوکيو،پوکون رڱو پيار جون

☆☆☆☆

رستو شهر ۽ ڳوٺ جو وچ تي بيٺل مان
سوچيان تو تہ ڪٿان،سا پيان ملندي خواب کي

☆☆☆☆

سونهن ڳوٺاڻي شهر ۾ گم تي وئي آهي
منهنجي دل چاهي ،مان بہ وڃان شهر ڏي

☆☆☆☆

هِير ئي سچي ڳوٺ کان رُسي وئي آهي
خوشبوءِ جو ناهي ، گهر ۾ تنهنجي ساهہ جي

☆☆☆☆

توبن سرنهن گلن يي، ڪونہ رنگن تا
ٻڌجي وڻ صليب چڙھ مونکي ٽنگن تا
رستا ڏنگن تا، پيا هي سڄي ڳوٺ جا.

☆☆☆☆

تون جو ناهين او مٺي!، ڳوٺ ۾ ڇاهي؟
شهر ۾ آهي ،تو سنگ ساري روشني.

☆☆☆☆

ويران رستا ڳوٺ جا، ۽ مان ويڳاڻو
جلان تي راڻو، پڇي مومل ڏاگهہ تي.

☆☆☆☆

سپنا منهنجا پنڌ ۾، سڄي رات ڊڪن
ساپيان لئہ تا ڳوٺ ۽ شهر منجهہ رلن
شل نہ سي تڪجن، پيرا ڪٽندي پيار جا

☆☆☆☆

ٽبيل رهي ڏات سان زندگيءَ جو تاڻو
وسامان جي آڻ، قلم ھجي هٿ ۾.

☆☆☆☆

ڪرفيو ٿهڪن تي لڳل، گونگي هر زبان
اڙي او انسان!، هي ڇا توکي تي ويو؟.

☆☆☆☆

پيرا اڳيان سونهن جا، پويان پوياڻ آنءُ

زندگيءَ جو تانءُ، ڪٽندو انهيءَ پنڌ ۾.

☆☆☆☆

زندگي آ توبنا، رُڃ جو ڇڻ احساس

وري تنهنجو واس، گيت گلابي مند جو

☆☆☆☆

چانڊوڪي ۾ واريءَ جا، ذرڙا ايئن چمڪن

ستارا ٽمڪن، ڇڻ ڪي ڌرتيءَ جهول ۾

☆☆☆☆

رات ٽڏيري چانڊنيءَ ، چميون ڏنيون پئي

اسان تنهنجي وئي، جاڳي گذاري راتڙي

☆☆☆☆

رَليو رنگ سِندور جو، لهرون جلترنگ

توءِ گوري انگ، خوشبوءِ سنڌو ٿي ويو

☆☆☆☆

وهنجي چاور هينان، آهي نڪتي هوءَ

بدن جي خوشبوءَ، واسيو آ ماحول کي

☆☆☆☆

چانڊوڪيءَ ڇڻ اوڙهيا، چُنيءَ ريٽا رنگ
گوري تنهنجا انگ، آرسي آ سونهن جي

☆☆☆☆

خوشبو ڪاڪ ڪنڌيءَ جي ، اسان جياپو
مومل جو نياپو، ته راڻا وساري تو ڇڏيو

☆☆☆☆

ڏاڙهونءَ گل ڦلارئا، مينديءَ ڪئي مهڪار
پرين تنهنجي سار ، وڃهي وڌ وجود
کي

☆☆☆☆

مينهوڳيءَ جي مند ۾، ڇمون پئي ڇٽيا
اسان ٿي وٺيا، ساجن تو سنگ ڏينهڙا

☆☆☆☆

پيٽائيءَ ، سچل سان وينل شيخ اياز
سنگ سُر ساز ، سرمد ڳائي تو پيو

☆☆☆☆

اکيو رُت رُنيون ، ڇڇي پيو ساز
سرمد جو آواز، گونجي اٿيو ذهن ۾

☆☆☆☆

سامهون ڳائي وينو مون ، رڳون تيس رباب
تاريخن جو باب، ڪيئن وساري تو سگهان؟

☆☆☆☆

سرمد! نئون ڏنو تو، موسيقيءَ کي موڙ
اجا تنهنجو جوڙ، پيدا ٿيو نہ ڏيهہ ۾

☆☆☆

ٽرئفڪ روڊ حادثو، موت ڪيو شڪار
البيلو فنڪار، يادون ڏيئي ويو هليو

☆☆☆☆

سرمد! ساٿ تنهنجو ، وسري ٿي نٿو
اجا ڏسان ٿو، توکي گڏ مان پاڻ سان

☆☆☆☆

سال نئين ۽ ملينيم ۾، هجون سڀ آزاد
پنهنجو پيار ۽ پنهنجي ڌرتي، عالم سڀ آباد

☆☆☆☆

سال نئين ۽ ملينيم ۾، شال نہ رهي ڏک
هرهڪ چهرو گل ٿي مهڪي، پوريٽ ٻڃي سُک

☆☆☆☆

نئون ملينيم تولئہ مونلئہ، آڻي خوشبوءَ واس
تنهنجو منهنجي پيار مٿان ٿئي، قائم شل وشواس

☆☆☆☆

نئين صديءَ ۾ شل هي أجڙن،ميزائل، ايٽم بمَ
دنيا ساري ٻهڪي پئي ۽ ڪٽي خوشيءَ جو دمُ

☆☆☆☆

سال نئين ۾ پوري ٿئي شل! منهنجي هڪڙي آس
پيار سان منهنجي دل ٻنجر جي،اڃي اُجهائين پياس

☆☆☆☆

تنهنجي جواني گل جي مُڪڙي،پتيون سارا انگ
نئون ملينيم آڻي تولئہ،شل خوشبوءِ ۽ رنگ.

☆☆☆☆

ڏات واري ڏيهه مان،مون پئي ڇنا گيت
مونکي منهنجا ميت،ڪندا لڳا ڪيترا

☆☆☆☆

سپنن سندو موت ۽ يادن وسڪارا
ڏسن نظارا،ننڊون ٻيهي ڏور ڪان

☆☆☆☆

چانڊوڪيءَ جي چانو ۾،وينو جاڳان تو
مونکان الائي ڇو؟ ننڊ رُسي وئي ڏور آ

☆☆☆☆

پنج فوٽ ڇهه انچ ، قبر ڪوٺن تا
سپنا مري ويا،اکين سان گڏ اوچتو

☆☆☆☆

پينٽر لئه برج ۽ رنگ اڻاٺو
فلسفي مانو،ڳوڙهي ڪنهن ويچار ۾

☆☆☆☆

پٽري نينهن جبل تان ڪرندي جو آئي
چير چمڪائي،گوريءَ ڇرڪي سانت ۾

☆☆☆☆

گوري ويهي ڪٺ تي،وار سنواري ٿي
چڻ ٻهاري ٿي،سپنا اڱ ۾ ننڊ ڪان

☆☆☆☆

چانڊوڪيءَ ۾ سانوري،سنوري جو نڪري
ٽيڙن پنيان چانو لئه ڪتي پي اُيري
رات سڄي گذري، سجدا ڪندي سونهن ڪي

☆☆☆☆

سپنا وارن چانورو،ساپيان جي هئي آس
ڪٺي پاند نراس، وڃان پيو رُڄ ڏي

☆☆☆☆

سونهن، وستي سُک جي،ڳولڻ نڪرن ٿا
رستا ڪنڊاوان هلي،تن تي ڇچرن ٿا
سپنا اُيرن ٿا،پوءِ ٻه ٻجي سوجهرو

☆☆☆☆

چهرو روشن چنڊ . تر تي تاري جيئن
مرڪن وارا مينهن،شل وسائين سانوري!

---

☆☆☆☆

پُورا ناسي ڪپڙا ، گهرا ڪارا نيڻ
وجهي وئي ويڻ، گوري مونکي پريت جا

☆☆☆☆

رسيل چمون چڻ ، تنهنجي چاتي آ
نيٽن پوپٽ تا، اڏري چُمن سي سکي!

☆☆☆☆

پندت ، ملان ويهي تا، ماڻهو ويڙهايو
بلاول ، منصور کي قاهيءَ چاڙهايو
توهان جت چاهيو، امن رتوچاڻ ٿئي

☆☆☆☆

جيون جي آڪاڙ ۾ ، تون چڻ ٻڙ جي چانو
تاڪيل تنهنجا نانو، آهن دل آڪاس تي

☆☆☆☆

ڳوڙها منهنجي موت تي، ڪين ڳاڙجو
گل نہ چاڙهجو، منهنجي قبر تي اچي.

☆☆☆☆

منهنجي قبر تي ، لکجو هي ضرور
ڪڏهن پيي سُرور، پاتو هن نہ پيار ۾

☆☆☆☆

سرنهن جي ڦولار ۾ ٽڏڙيون هوائون
منهنجون دعائون، رکج قائم سونهن کي

☆☆☆☆

قتل ڪيڏو ماڻهپو ڪري ٿو هي نانُ
ڏسي ٿو يڳوانُ، وڙهن پيا آدمي.

☆☆☆

مُرڪي هڪڙو پل ملياسين،ڇا سو پيار هُيو
جيڪو ساري جيون لئہ آ، بڻجي روڳ ويو.

☆☆☆☆

تنهنجون يادون هوريان هوريان سُري مونڏي اچن
نيڻن ڍنڍ مان پکين وانگي،ننڍون پڙڪي وَڃن.

☆☆☆☆

تنهنجي خيال ۾ گُم رهي ،خوش ٿو آئون رهان
ٻاهر نڪري هڪ پل تنهن کان،ڦٽڪا ڇڻ تہ سهان

☆☆☆☆

تنهنجي ياد پوپٽ وانگي اڏري مونڏي اچي
منهنجي من ۾ پيار ٿو تولئہ،بڻجي مورُ نچي.

☆☆☆☆

پيار کان خالي بي رنگ جيون ،بلڪل ڪين وڻي
هاڻي مونکي ڇڻ گهرجي، جيئن ٿو ٻورُ ڇڻي.

☆☆☆☆☆

جهڙا هُو ڏسَ رنگ برنگي پوپٽ اڏرن تا
تهڙا اڄڪلهہ خودڪشيءَ جا خيال ايرن تا

☆☆☆☆☆

ان کان اڳ جو سيلاب بڻجي،ٻوڙي وڃن مون
خواب اکين کان،ذهن کان يادون،ڪسي وڃ پنهنجون.

☆☆☆☆☆

ريشم جهڙا خواب (شاعري) وشال امير



Wishal Ameer, you be written a remarkable poetry, which is indeed different yet encompasses the most sensitive feelings of love in oneself, hidden and prevailed in a human being through ages.

I feel great to say that, the subject of beauty, love and pain are so widely used in poetry by number of poets in their main themes, but your attempt to justify your talent has stood out in the creative work- you've produced.

Most important is that, it is believed that one, who goes through interpreting these most delicate aspects of human life, gets closer to the interpretation of oneself and then the supreme Almighty's, love and thus the purpose of life.

Congrats you are on to it. Wish you good luck.

***MARIAM SHAIKH***
Hyderabad Sindh

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۾ پڙهندڙ، بَرندڙ ۾ پڙهندڙ، سُست ۾ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۾ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)